# ڪجهه مصنف بنسبت



اهو لازمي نه آهي ته هر فنڪار هڪ عظيم مفڪر به هجي ۽ معاشري جو منطقي ۽ مثبت (POSITIVE) تخيل به پيش ڪري سگهي. هو ڇيڪ ڏهن هو معاشري جي منفي (NEGATIVE) پهلو جي عڪاسي ڪري سگهي ۽ پڙهندڙ ۾ انجي هر برائيءَ لاءِ نفرت پيدا ڪري سگهي ته هن جو رول به گهٽ نه آهي ۽ هن جي فن کي به پائينده اهميت آهي مغرب جي حقيقت پسند مڪتبي (Realist School of Literature) اهڙي حقيقت پسند فن جي تخليق ڪئي آهي ان مڪتبي ۾ ڊڪنز (DICKENS) ايملي زولا (EMLIE ZOLA) وغيره اچي وڃن ٿا ۽ برصغير جي شاعريءَ ۾ "نظير" اڪبرآبادي کي اهو فخر حاصل آهي. مان فخر سان چوان ٿو ته اسان جي "گدائيءَ" ۾ معاشي حقيقت ايترو ته جرڪي رهي آهي جو ڪنهن به جوهريءَ جي جهول کي مات ڏيئي سگهي ٿي. "گدائي" "پيوس" جو همعصر آهي. "گدائيءَ" جي شعور ۾ جو سماج جو آدرش آهي، اهو "پيوس" ۾ به نه آهي. هن جو مجموعو هڪ جراح جي ميز آهي جنهن تي ماحول جو ناسور زده عضوو عضوو پکڙيو پيو آهي. هن جو ڪلام ڪاٽي وڏيرڪي رنگ ڍنگ، ڏيل ڏول ۽ رعب تاب جو ڪارٽون آهي ته ڪاٽي هن جي هر سٽ ٿري ناٽ ٿري جي گولي آهي جا هن ديڙدولس ۽ پڪر پوساٽ واري ماحول کي دون ۾ لڳي ٿي. "گدائي" جنهن دور جي پيدائش آهي تنهن ۾ سياست جي اهميت جذباتي نعره زنيءَ کان زياده نه هئي ۽ ان دور ۾ ايترو به تاريخ ۽ سياست جو شعور جيترو "گدائيءَ" ۾ ملي ٿو وڏي غنيمت آهي. شال هنکي اڃان به عمر دراز ملي. هن ڪانپوءِ شاه ڀٽائي صاحب جي اها سٽ بي اختيار زبان تي اچي ويندي ٿي:

ڪال گڏيو سون ڪاڙي پاپو پان پري.

جي اوهان به مون وانگر ڪنڪر هٽائي هيرا ڏسندئو ته اوهان کي يقين ٿي ويندو ته "گدائيءَ" جو ڪلام اسان جي ادبي ورثي ۾ هڪ املهه اضافو آهي.

شيخ اياز

سکر
٧ جون ١٩٦٥ع.

Cover Printed at Koh-i-Noor Printing Press SHIKARPUR.

نهايت خلوص ۽ محبت سان

پنهنجي پيار ڀري دوست جناب تنوير عباسي
جي خدمت ۾ جنهن جي زندگي بخش شعر لوڪ
گيتن ۽ وائي رسيلي سٽن جي روح کي جهنجهوڙي
۽ سجاڳ ڪيو آهي.

عبدالڪريم گدائي

جيڪب آباد
١٠ فيبروري 1966



# ★ ساڳيهہ جـــا سور ★

(نظمن جو مجموعو)

* مصنف *

عبدالڪريم گدائي.

ڇپائيندڙ:

ضلع ترقياتي اسوسئيشن جيڪب آباد.

# ☆ ساڱيهه جا سور ★

★

ڇاپو .................... پهريون

سال .................... ١٩٦٥ع

ڪاپيون .................... هڪ هزار

قيمت .................... ٣-٠-٠ روپيه



ملڻ جو هنڌ

❋ مومن بوڪ اسٽور ❋

ڪاشيرام پل . حيدرآباد.

# ★ فهرست ★


| | |
|---|---|
| ساڻيھ جا سور | از مصنف |
| انتساب | „ |
| نوٽ | „ |
| پيش لفظ (تعارف) | شيخ اياز |
| پيش لفظ | از مصنف |
| ابتدا | صفحه ۱ |
| نعت | ۲ |
| مرحوم خانصاحب بهادر خان کوسہ | ۳ |
| ايوڪس پارڪ | ۵ |
| خيرو ڳڙهي | ۷ |
| جوانيءَ ڪانيوءَ | ۹ |
| در پيلو پر پڙ ڏينهن | ۱۰ |
| ڳـــولا | ۱۴ |
| بهار جو زلزلو | ۱۶ |
| خواب | ۱۷ |
| آخر فنا | ۱۹ |
| وطن جي اڏاوت | ۲۲ |
| رنگين دوکو | ۲۷ |
| وطن آزاد ڪر پنهنجو | ۲۸ |
| اٿ اي جوان هندي | ۲۹ |
| جنگ جو خاتمو | ۳۱ |
| پوتار نڪري پيا | ۳۲ |
| اچا ڪجھ گيت ڳائون ڏي | ۳۳ |
| دو رنگي | ۳۴ |
| زندگي جا ٽي دور | ۳۵-۳۶-۳۷ |

حادثہ ڪربلا صفحہ ٣٨
خطا ڪهڙي ؟ ٤٠
جمهور کي خطاب ٤٢
ملڪ جو معمار ٤٣
خبر پئي آهہ ڪا توکي ؟ ٤٥
رحمت پروردگار ٤٧
اڄ خوش نصيب دهقان ٤٩
غريب جي عيد ٥١
چتاءُ هاريءَ کي ٥٣
خبردار هاري ! ٥٥
ڪنهنجي بدولت ؟ ٥٨
ڏورا پو ٦٠
ڪجهہ منهنجي بہ سڻ ٦٢
وڏيري جي هيبت ٦٤
ينغار ٦٧
آزادي جا انگور ٦٨
روداد چمن ٧٠
وقت جي رفتار جون ڳالهيون ٧٢
آزاديءَ جو انعام ٧٥
بهار آيو ٧٧
رهبر ڏانهن ٧٩
احوال وطن ٨١
ساقي نامون ٨٣
پاڪستاني پارن جو گيت ٨٥
انمول امانت ٨٦

| | |
|---|---|
| ايندي ڪڏهن بهار؟ | صفحه ٨٧ |
| گرد ڪاروان (اردو) | ٨٩ |
| دولت جو نشو | ٩١ |
| وطن بيت الصنم آهي | ٩٢ |
| امن جو پيغام | ٩٤ |
| عزم - انساني | ٩٧ |
| بهار ايندو | ٩٩ |
| پيغام رهبران - قوم ڏانهن | ١٠١ |
| حسرت - بهار | ١٠٣ |
| اڄ رات آهي | ١٠٤ |
| انجام - محبت | ١٠٥ |
| احوال - جمهور | ١٠٧ |
| شاعر - قوم ڏانهن | ١٠٩ |
| اسانجي عيد | ١١٠ |
| غـــزل | ١١١ |
| تنهنجو هي منسار | ١١٢ |
| جشن - آزادي | ١١٤ |
| اي پٽاڻي گهوٽ | ١١٨ |
| ٽئون دور | ١٢٠ |
| انقلاب | ١٢٤ |
| زرعي سڌارن جو اعلان | ١٢٥ |
| بلندي ۽ پستي | ١٢٨ |
| هيڏر بنياد گهوڙن ۾ | ١٣١ |
| آءٌ ته گڏجي گهاريون | ١٣٣ |
| سي تي سيارو | ١٣٥ |

| | |
|---|---|
| غــــزل | ۱۳۷ |
| ڏياري | ۱۳۸ |
| وڇڙيل جا ورلاپ | ۱۳۹ |
| ڄڪب آباد جو جلسو | ۱۴۱ |
| ڪنلبري جي عيد | ۱۴۳ |
| نہ آ معلوم | ۱۴۷ |
| اڄ ڏس قائد - اعظم | ۱۴۷-۱۵۰ |

Printed by:— Ghanshamdas. H. Panjabi.
Manager Azad Printing Press, Shahi Bazar,
Jacobabad.

AND

Published by:— District Developement
Association, Jacobabad.

## ★ ساڻيهه جا سور ★

سور سين ڪي پاهنجو، پنهنجو پنهنجو پور.

ڪن جو عشق الله سين، ڪي مجازي منصور.

ڪوڙين ڪوڙي ڏيک تي، ورنه ٿيا وهلور.

ڪوني ڳولهي رات جو، سجدن منجهه سرور.

پنهونءَ ڪارڻ سسئي، ٿي روهن ۾ رنجور.

ساڻيهه تنهنجو سور، جي چايم چاهه مان.

"گدائي".

# انتساب



پنهنجي مٺڙي امڙ مرحومه، جي نالي جنهنجي گود ۾ مون کي ننڍي هوندي انساني درد ۽ دک ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ ۽ ٻئي جي غم کي پنهنجو غم ڪري سمجهڻ جو ڀريون سبق مليو.

عبدالڪريم - گدائي.

# نـوٽ.



هن ڪتاب جي ڇپائي درحقيقت نومبر ١٩٦١ع ۾ شروع ڪئي ويئي هئي ۽ اميد اها هئي ته ڪتاب مارچ ١٩٦٢ع ۾ مڪمل ٿي شايع ٿي ويندو. ليڪن ڪتاب جي پريس ۾ وڃڻ بعد جيڪي رنڊڪون ۽ تڪليفون پيش آيون انهن جي اپٽار ڪرڻ نهايت تڪليف ده آهي. بهرحال ڪتاب هينئر الڪل ساڍن ٽن سالن جي ناقابل برداشت تاخير ڪان پوءِ پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. هن مرحلي تي آءٌ جناب سيد عيسن شاه آنريري سيڪريٽري ضلع ترقياتي انسوسئيشن جيڪب آباد ۽ جناب شيخ احمد خان چيئرمن ضلع ترقياتي انسوسئيشن جيڪب آباد جو نهايت شڪرگذار آهيان جن جي ادب دوستي ۽ ڪوشش سان هيءُ ڪتاب اڄ پڙهندڙن جي هٿن تائين پهتو آهي. جيڪڏهن جناب سيد عيسن شاه جهڙي پرخلوص ۽ ادب دوست شخصيت جون همدرديون شامل ـ حال نه هجن ها ته هيءُ ڪتاب شايد ڪڏهن به شايع نه ٿئي ها.

جيڪب آباد.
٣١ مارچ ١٩٦٥ع

عبدالڪريم گدائي

# پيش لفظ.

مون هميشه سوچيو آهي ته زندگيءَ جي آئينه خاني ۾ ابتدا به حيرت آهي ۽ انتها به حيرت، پر جڏهن انهيءَ پوري آئينه خاني تي ڪٿ چڙهي وڃي ٿي، تڏهن حيرت جي ڪائي گنجائش نه ٿي رهي ۽ جيءَ ۾ اچي ٿو ته يا ته هر آئيني کي ڀڃي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏجي يا ته آن تان ڪٿ هٽائي وڃي جيئن روح وري زندگي جي پر اسرار حسن ۽ حقيقت ۾ محو ٿي وڃي. انڪري هر عظيم فنڪار، جو حسن ۽ حق جو امين آهي، پنهنجو اهو فرض ٿو سمجهي ته نه فقط سياسي ۽ سماجي زندگيءَ جو پر فريب لباس ڦاڙي، آن کي ننگو ڪري بيهاري، پر هنجو فڪر ۽ فن هڪ پاڪيزه معاشري جو تخيل به پيش ڪري. ڪنهن ڪنهن وقت ابدي حقيقت مانيءَ پور ڪان مٿي له آهي ۽ فلسفي کي اقتصاديات ڪان زياده اهميت نه آهي. زندگيءَ جي تڪميل لاءِ اقتصادي انصاف ابتدا آهي ۽ فلسفياني حيرت انتها آهي ۽ اقتصادي انصاف ۽ سياسي انصاف ڪيتريءَ حد تائين لازم ملزوم آهي.

اهو لازمي نه آهي ته هر عظيم فنڪار هڪ عظيم مفڪر به هجي ۽ معاشري جو منطقي ۽ مثبت (Positive) تخيل پيش ڪري سگهي. پر جيڪڏهن هو معاشري جي منفي (Negative) پهلوءَ جي عڪاسي ڪري سگهي ۽

پڙهندڙ ۾ انجي هر برائي لاءِ نفرت پيدا ڪري سگهي
ته هنجو رول ۽ گهڻ انقلابي نه آهي ۽ هنجي فن
کي به پاينده اهميت آهي. مغرب جي حقيقت پسند
ادب جي مڪتبي (Realist School of Literature)
اهڙي حقيقت پسند فن جي تخليق ڪئي آهي ۽ ان
مڪتبي ۾ ڊڪنز (Dickens)، ايملي زولا (Emlie Zola)
وغيره اچي وڃن ٿا ۽ برصغير جي شاعريءَ ۾ "نظير"
اڪبرآباديءَ کي اهو فخر حاصل آهي. سان فخر سان
چوان ته اسانجي "گدائيءَ" ۾ معاشي حقيقت ايترو ته جرڪي
رهي آهي جو ڪنهن به جوهريءَ جي جهول کي مات
ڏيئي سگهي ٿي. "گدائي" "بيوس" جو همعصر آهي ۽
جڏهن جميعت الشعرا جا شاعري باز شاعر قافيا ڪبوترن
جئن اڏائيندا ها، ۽ جڏهن لاڙڪاڻي ۾ عروض جي انڌي
گهوڙي ڪل ۾ ڏوڪيندي ويندي هئي، جڏهن اديب
سنڌ جي بي ادبي انهيءَ حد تي پهتي هئي جو "شراب
خالص"، "آب خالص" ۽ "جلاب خالص" جهڙي قافئي ۽
رديف تي ناموزون طبيعتون پنا ڪارا ڪنديون هيون ۽
حواس باخته شاعر ڪنهن "ڪانو" جي تلاش ۾ هوندا ها
جنهن کي آڏامندي ڪنهن به نه ڏٺو هو، جڏهن پنگ
جي "گهرڙ گهوٽ" "گهرڙ گهوٽ" فاعلات فاعلات ڪندي
رهندي هئي ۽ امرد پرست شاعر محبوب جي خط کي
سبزي سان تشبيهه ڏيندا ها (جيتوڻيڪ تشبيهه ۾ مڪاني
رنگ پيدا ڪرڻ لاءِ خط کي پنگ جي پوڙي سان تشبيهه
ڏيڻ گهربي هئي)، جڏهن ڪل ٻيهه چاليهه لفظ ۽ انهن

جي ڦور گهير شاعريءَ جي پوري ڪائنات هئي ۽ شاعر زندگيءَ جي انڌي کوه جا ڏيڏر ها، تڏهن ”بيوس“ ۽ ”گدائي“ جهڙا باشعور شاعر هڪ نئين ادب جو بنياد رکي رهيا ها. انهيءَ ادب ۾ نه فقط فن جي فرسوده روايتن سان بغاوت هئي پر پنهنجي معاشري جو گهرو شعور ۽ انجي اظهار جي جرات به هئي. بيوس سامراج خلاف نظم لکيا ۽ حب الوطن ۽ آزاديءَ جي شعلي کي پڙڪايو، هنجي مڪتبي جا ڪجهه شاعر ڪاني، دکايل ۽ دلگير انهيءَ پر جون اهي جيئون هيون جنکي اجا تائين وقت وساني نه سگهيو آهي، پر ”گدائي“ جي شعور ۾ جو سماج جو آدرش آهي، اهو ”بيوس“ ۾ به نه آهي. هنجو مجموعو هڪ جراح جي ميز آهي جنهنتي ماحول جو ناسور زده عضوو عضوو پکڙيو پيو آهي. پنهنجي محدود تعليم جي باوجود، ”گدائي“ جي ڪلام ۾ جا نظر جي وسعت ۽ زبان تي قدرت ملي ٿي، آها انجي گواه آهي ته فن جي ڪمال لاءِ زندگيءَ جي ڪتاب جو مطالعو ڪيترو نه ضروري آهي. جڏهن هو تقدير جي آلوءَ، ملا يا واعظ ڏانهن اشارو ڪري چوي ٿو ته دسترخوان ٿي هنجو دين آهي ۽ هو ”کٿي چار نڪتا، پراڻا شڪاري“ جئي، سياست جي مڪر ۽ فريب جي نقاب ڪشائي ڪري ٿو، تڏهن هنجي شاعري اڪبر الله آباديءَ جي مسخري نه ٿي لڳي، پر سڀ سڀ هڪ زهر آلوده تير پنجي سماج جي سنڌ سنڌ ۾ چيڀي وڃي ٿي.

هنجو ڪلام خشڪ ٿي وڌيڪ رنگ ڍنگ، ڊيل ڊول، رعب تاب جو ڪارڻ آهي ۽ ڪڏهن هنجي هرسٽ ٿري ناٽ ٿري جي گولي آهي جا هن د ٻڙدونس ۽ ٻڪر پوسات واري ماحول کي دون ۾ لڳي ٿي. جاگيرداري نظام جي اندرين ڪوڪلائپ جي اهڙي پراطف عڪاسي شايد ئي ٻئي ڪنهن سنڌي شاعر ڪئي هجيء مون کي "گدائيءَ" جو ڪلام پڙهي گوگول (Gogol) ۽ گويا (Goya) جي ياد ايندي آهي پهرين جي روسي ناول ۽ ٻئي جي هسپانوي مصوريءَ ۾ به ساڳي زهر ڀري طنز آهي، ادبي طنز همدرديءَ جي اُڃ ڇانئي ڏيءَ آهي. گدائيءَ جي اها همدردي سنڌ جي انهيءَ اڌ ـ بکايل، اڌ ـ ننگي عوام سان آهي جو هن دلوراءَ جي ننگريءَ ۾ ڪيتريءَ مدت کان ڪهرج جي گهاٽي ۾ پيڙبو آيو آهي. اها شاعري پروپئگنڊا نہ آهي ۽ نہ ڪنهن سياسي پارٽيءَ جي منشور جي نعري بازي آهي.

هر حقيقت پسند شاعر "ڪنول پاڙون پاتار ۾" وارو مثال آهي. هو ذڪ جي ذات جو گهونگهٽ هٽائي، انجو پيانڪ روپ پسائي ٿو ۽ اهو سوچي تہ انهيءَ ذات جي ڏات ڪنهن ڪنهن کي رڙڪي چڪي آهي، هن جو هانءُ هجي پوي ٿو. جيتوڻيڪ گدائي ۾ اها دوررس نگاهہ نہ آهي، جا صديون پٺتي ۽ اڳتي ڏسي، تاريخ جو هڪ صحيح تخيل قائم ڪري سگهي ۽ سياسي قدر طئي ڪري سگهي (۽ ان لاءِ هن تي ميار بہ نہ آهي ڇوتہ جنهن دور جي هو پيدائش آهي تنهن ۾ سياست

جي اهميت جذباتي نعره زنيءَ کان زياده نه هئي ۽ ان دور ۾ ايترو به تاريخ ۽ سياست جو شعور جيترو گدائي ۾ ملي ٿو وڏي غنيمت آهي) شال هنڪي اڃا به عمر دراز ملي، هن کان پوءِ شاه صاحب جي اها سٽ بي اختيار زبان تي اچي وڃي ٿي:—

ڪل ڳڌيوسون ڪاهڙي، ٻاٻو ٻان ٻري.

گدائيءَ جي قلبي واردات جي شاعريءَ ۾ "ڪينجهر هندورو ٿئي" واري ڪيفيت آهي ۽ نه ان ۾ خواص جي جي گت آهي نه گت فقط هڪڙي ٻيڙي سڙه سنباهي، لهرين تي لهواري وڃي رهي آهي ۽ شايد ئي ڪنهن ٻئي بزرگ شاعر فارسي بحر و وزن ۾ ٺيٺ سنڌي ايتريءَ رواني ۽ فصاحت سان ڪم آندي آهي. گدائيءَ جي ڪلام ۾ نه ڪن - رهڙيندڙ رينگٽ آهي ۽ نه هٿ ٺوڪيون ترڪيبون انجو ڏينگوڻي ڏيري ڪن ٿيون. سٽ سٽ مالهه جو ڦيرو آهي جنهنجي مڻي اوت ذات ۽ ڏانو جي پياس پڄهائي ٿي. ائين آهي ته مجموعي جو جيڪڏهن اڌ نه، ته ٽيون حصو شعر پنهنجي ادبي ذوق کي نه آنڙيو پر جي اوهان به مون وانگر ڪنڪر هٽائي هيرا ڏسندءَ ته اوهان کي يقين ٿي ويندو ته گدائيءَ جو ڪلام اسان جي ادبي ورثي ۾ هڪ املهه اضافو آهي.

سکر

تاريخ ۷ جون ۱۹۶۰ع

شيخ اياز

# * پيش لفظ *



اها هڪ رسم ٿي چڪي آهي ته هر ڪتاب مجموعي،
يا ديوان جو مصنف پنهنجي ڪتاب ۾ شايع ڪرايل مواد
متعلق پنهنجا تاثرات پيش لفظ طور ضرور اظهار ڪري الڪري
آءٌ به الهيءَ رسم پوري ڪرڻ لاءِ هن مجموعي بنسبت ڪجهه،
۽ ڪجهه پنهنجي متعلق هن ڪتاب جي پڙهندڙ اصحاب ڪي
ٻڌائڻ لاءِ مجبور آهيان.

پنهنجي متعلق پنهنجي والدين کان ٻڌلدو هوس ته
منهنجي پيدائش سال ۱۹۰۱ع جي جنوري واري مهيني ۾ ٺل
کان اڍائي ميلن جي مفاصلي تي هڪ ننڍڙي زمينداري ڳوٺڙي
ڪريم آباد ۾ ٿي هئي. منهنجو خاندان اڻ پڙهيل هو ۽ منهنجو
والد صاحب، منهنجي پيدائش کان ستت ئي پوءِ، ڪريم آباد
کان لڏي اچي ٺل شهر ۾ سڪونت اختيار ڪري ويٺو ۽
هاڻ ٺل تعلقه مختيارڪار جي آفيس ۾ پٽيوالي جي ملازمت
اختيار ڪيائين. الهن ڏينهن ۾ پٽيوالي جو ماهوار پگهار فقط
۹-۰-۰ رپيه هوندو هو، مگر مونکي ياد آهي ته الهيءَ قايل
پگهار ۾ ستن پاتين هولدي به اسانکي ڪڏهن هونديون هيون ۽
کير، مکڻ ۽ ڏڌ جام هولدو هو ۽ اسانجي ڪٽنب جو گذارو
چڱو سفيد پوشي جهڙو هولدو هو. الڪل ساڍن ڇهن سالن
جي عمر ۾ بابي سائينءَ مونکي ٺل جي پرائمري اسڪول
۾ داخل ڪيو ۽ غريبيءَ هوندي به، منهنجي والدين مونکي
انگريزي تعليم مترڪ تائين ڏياري. ليڪن سال ۱۹۱۸ع ۾ ڪانگريس
۽ خلافت تحريڪ کان متاثر ٿي آءٌ سکر جي ميونسپل هاءِ اسڪول
منجهان مترڪ ڪلاس منجهان تعليم کي ترڪ ڪري پوربائين
خلافت هلچل ۽ پوءِ ڪانگريس تحريڪ ۾ شامل ٿي ويس.
منهنجي والده مرحوم هڪ لهايت ئي درد دل رکندڙ

ماڻهو، ڇا سور.

حساس خاتون هئي ۽ ڪنهن به ڏکئي انسان جي ڏک ۽ تڪليف کي پنهنجو ڏک ڪري سمجهندي هئي ۽ سندن تربيت قرب ۽ محبت منهنجي دل ۾ به ننڍي هوندي کان ئي ستم زده غريبن لاءِ همدرديءَ ۽ درد منديءَ جو احساس ڀري ڇڏيو ۽ اهيءَ ننڍي وهيءَ ۾ ئي آءٌ هر ماڻهوءَ جو ڏک ۽ تڪليف ڏسي بيقرار ٿي ويندو هوس. پنهنجي والده محترمه کان ورثي ۾ مليل اهو انساني درد جو احساس، هن پيرسنيءَ جي عمر ۾ به منهنجي دل ۾ اڃا سوڌو موجود آهي.

ڌارئي انگريزي راڄ خلاف مولڪي نفرت جو احساس خلافت ۽ ڪانگريس تحريڪن ۾ شامل ٿيڻ بعد پيدا ٿيو.

سال ١٩٢٢ع کان ١٩٢٦ع تائين وارو عرصو مون ضلع جي هڪ وڏي زميندار جي ملازمت ۾ گذاريو جتي غريب هارين نارين تي روزمره ٿيندڙ زميندارين زبردستين، بي انصافين، ڏاڍاين ۽ هاري طبقي جي مظلوميت ۽ بي وسيءَ جو مونکي عملي مشاهدو ٿيو الهيءَ عرصي ۾ مونکي برادرم لطف الله بدوي صاحب شڪارپوري جي صحبت پڻ ميسر ٿي جو انهن ڏينهن، اتان جي ڳوٺ جي سنڌي اسڪول ۾ هيڊ ماستر هو ۽ ان وقت سندن تخلص جوڳي هوندو هو. سندن ئي صحبت جي اثر هيٺ آءٌ به گداڳي پنجي غزل ۽ ڪافيون لکڻ لڳس.

ديس جي ڪروڙين غريب هارين نارين ۽ مزدورن تي ڌارئي راڄ هيٺ ٿيندڙ بي انصافين ۽ ڏبڙدونس منهنجي دل تي نهايت گهرو اثر ڪيو ۽ آءٌ گل و بلبل، رخسار و ابرو واري خيالي ۽ فضول شاعريءَ کي ترڪ ڪرڻ تي مجبور ٿي ويس ۽ ١٩٢٧ع / ١٩٢٨ع کان منهنجي شاعري هڪ نئون ۽ حقيقي موڙ اختيار ڪري قومي ٻنجي ويئي - انهيءَ ئي دور جا مشاهدات ۽ تاثرات اڄ آءٌ پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيو آهيان.

هتي هن حقيقت جو اظهار ڪرڻ به بلڪل ضروري ٿو سمجهان ته آءٌ نڪو شاعر آهيان نه وري ڪنهن به اُستاد - فن



(ب)

وڙن علم عروض جي تعليم حاصل ڪئي اٿم . منهنجا گھڻا
فني ڏٿرات نظمن جي صورت ۾ ١٩٢٧ع کانوٺي سنڌ ايراضيءَ
جي اڪثر بلند پايه ۽ معياري روزنامن، هفتي وار اخبارن ۽
ماهيانه رسالن ۾ وقت بوقت شايع ٿيندا رهيا آهن، جن مان
الوحيد روزنامه، لوائي سنڌ روزنامه، عبرت روزانه، هلال پاڪستان
روزانه، هاري حقدار هفتيوار، سنڌو ماهوار، مهران سه ماهي ۽
نئين زندگي قابل ذڪر آهن.

وطن عزيز جي آزاديءَ بعد يقين هو ته پنهنجي ديس
جون حڪومتون مرحوم قائد - اعظم ۽ مرحوم قائد - ملت
جي واضح ڪيل اصولن ۽ نظرين تي عمل ڪندي وطن عزيز
۾ هڪ اهڙي معاشره جي تشڪيل ڪنديون جنهن ڪان ديس
جي ڪروڙن هارين نارين، مزدورن ۽ مارونڙن مان بڪ
بروزگاري، اقتصادي عدم مساوات ۽ بي انصافي دور ٿيندي ۽
عام ماڻهوءَ جو معيار - زندگي بلند ٿيندو. مگر انقلاب
آڪٽوبر ١٩٥٨ع کان اڳ برسر - اقتدار وڏيره شاهي حڪومتن
جي خود غرضين، شخصي مفاد ۽ سندن باهمي اقتدار جي
ڇڪتاڻ انهيءَ حسين خواب کي به سچ ثابت ٿيڻ نه ڏنو.
انهن ڏهن سالن ۾ ملڪ ۽ ملڪ جي مظلوم هارين،
نارين، سانگيئڙن ۽ سنگهارن تي جيڪي ڏينهن گذريو، انهيءَ
جي تصوير، پڙهندڙن کي هن مجموعه - ڪلام "ساٿيھ جا سور"
۾ صاف نظر ايندي - آءٌ اها دعوا ته نٿو ڪري سگهان ته
انهيءَ دور ۾ ساٿيھ جي سانگيئڙن مان ٿيندڙ سڀ سور ۽
ستم آءٌ نظم ڪري سگهيو آهيان پر ايترو ضرور چوندس ته
انهيءَ دور ۾ مون جيڪي اکين سان ڏٺو ۽ محسوس ڪيو
آهي، انهن مشاهدن ۽ احساس کي پنهنجي محدود علم ۽
استعداد آهر نظم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم جنهن ۾ علم
عروض، بحر، وزن، قافيه ۽ رديف وغيره جون ڪيتريون ئي
خاميون معزز پڙهندڙن ۽ استادان - فن کي نظر اينديون جن
لاءِ آءٌ درگذر ۽ معافي جو خواستگار آهيان. جو ته آءٌ اڳ ئي

سائيھ جا سور.

عرض ڪري چڪو آهيان ته آءٌ نه شاعر هجڻ جي دعوا ٿو ڪريان نه وري مون ڪنهن به استاد - کان ئي علم عروض جو سبق پڙهيو آهي.

پنهنجي ملڪ جي مارشل لا کان اڳ جي حڪومتن کي ته پنهنجي شخصي مفاد کان سواءِ، ديس جي علم و ادب، اديبن ۽ شاعرن جي خدمات جي همت افزائي ڪرڻ جو خيال ۽ تصور به اچي نه ٿي سگهيو، مگر خدا ڀلو ڪري باني - انقلاب فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جو جنهن اقتدار ايندي ئي ملڪ جي ڪرندڙ معيشت کي بحال ڪرڻ، زرعي سڌارا آڻي هارين ناڙين کي ڪجهه قدر خوشحال ڪرڻ ۽ ٻين سماجي برائين جي پاڙون پٽي ڪڍڻ جو عزم ڪيو ۽ انهن سڌارن سان گڏوگڏ هن جليل القدر انسان ملڪ جي اديبن ۽ شاعرن کي به نه وساريو ۽ سال ١٩٥٩ع جي ماه مئي ۾ هن پاڪستان جي مختلف زبانن جي اهڙن اٺن اديبن ۽ شاعرن کي پنهنجي خاص فنڊ مان هڪ سال لاءِ وظائف ڏيڻ جو اعلان ڪيو، جن پنهنجي تعميري ۽ تخليقي شاعري ۽ ادب جي ذريعي ملڪ ۽ قوم جون خدمات انجام ڏنيون هيون ۽ جي هينئر پنهنجي پيرانه سالي ۽ ضعيف العمري جي ڪري پنهنجي ۽ پنهنجي ڪٽنب ۽ ٻارن ٻچن جي قوت گذران لاءِ پورهيو ڪرڻ کان لاچار هوا. انهن اٺن اديبن ۽ شاعرن ۾ وظيفا حق سنڌي زبان جي اديبن ۽ شاعرن کي مليا تن مان هڪ وظيفو سنڌ جي مايه ناز مورخ جناب رحيمداد خان مولائي شيدائي کي مليو ۽ ٻيو وظيفو هن نيازمند کي مليو جي هڪ سال برابر ملندا رهيا ۽ سال ١٩٦٢ع ۾ به جاري آهن.

پنهنجي پيرانه سالي، اقتصادي پريشاني ۽ غريبيءَ جي ڪري آءٌ ته اهو تصور به نه ٿي ڪري سگهيس ته آءٌ پنهنجي هنن ڀڳل ٽٽل نظمن جو مجموعو پنهنجي خرچ تي ڇاپرائي پڌرو ڪرڻ جي قابل به ٿي سگهندس مگر خداوند ڪريم ڀلو ڪري محترم جناب مسرور حسن خان، سي - ايس - پي ڊپٽي ڪمشنر



جيڪب آباد جهڙي ادب نواز، ڪريم النفس، غريبن جي همدرد ۽ درد ـ دل رکندڙ عظيم انسان جو جنجي ذات والا صفات "ڊسٽرڪٽ ڊيولپمينٽ انسوسيئيشن" جي فنڊ منجهان هڪ گرانقدر مالي امداد منهنجي هن مجموعي "ساڻيهه جا سور" جي طباعت لاءِ منظور ڪري، نه رڳو سنڌي زبان ۽ سنڌي علائقائي ادب ٻلڪ پنجاه لک سنڌي ڳالهائيندڙن تي هڪ احسان عظيم ڪيو آهي. نه رڳو ايترو ٻلڪ هن عظيم بي لوث ۽ ادب دوست انسان منهنجي ٻن ڏيکرن (جي هن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول جيڪب آباد ۾ زير ـ تعليم آهن) کي هر هڪ لاءِ ويهه ويهه روپيا ماهياني اسڪالرشپ به ضلع جي ترقياتي انسوسيئيشن جي فنڊ مان ڏئي، مون جهڙي غريب ۽ ٻيرسن کي ڪجهه قدر ته پنهنجي ٻارن جي تعليم جي اخراجات کان به بي نياز ڪري ڇڏيو آهي. اهڙي محسن، عظيم ۽ ڪريم النفس انسان جا احسان آءٌ تازندگي وساري نه ٿو سگهان ۽ سندن حق ۾ غريب گدائي ۽ جي دل منجهان هردم دعائون نڪرنديون رهنديون. خداوند ڪريم کين هميشه بامراد، شاد ۽ آباد رکي. آمين!
جناب سرور حسن خان جي احسان سان گڏوگڏ آءٌ پنهنجي ضلع جي هڪ تعليم يافته، لائق ۽ محنتي شخصيت جناب اوستو دوست محمد خان (آنرري سيڪريٽري ضلع ترقياتي انسوسيئيشن) جو به ممنون احسان آهيان جن جي ذات والاصفات مون جهڙي ضعيف العمر جي جائز امداد لاءِ هروقت مستعد ٿي رهي آهي خداوند ـ برتر کين شاد ۽ آباد رکي. مٿين صاحبن کان سواءِ آءٌ انهن ٻين اصحاب جو مشڪور آهيان جن منهنجي ضعيف العمري ۽ ادبي خدمتن جي قدرافزائي ڪندي وقت بوقت مون ڏانهن پنهنجي مالي امداد جو هٿ پئي ڊگهيرو آهي هتي محترم جامي معصومي ۽ برادرم شاد احمد سومري جي مهربانين جي ذڪر ڪرڻ کان سواءِ نه رهي ٿو سگهان جن مان ٻورين صاحب هن مجموعي ـ ڪلام "ساڻيهه جا سور" جي نظمن ۾ عروضي غلطين جي تصحيح ڪرڻ ۾ پنهنجو قيمتي وقت سجائي

سائينءَ جا ٿورو.

مون تي احسان ڪيو ۽ برادرم شاد احمد سومري هن سموري مجموعه ڪلام کي پريس ۾ ڏيڻ لاءِ ٻه دفعا خوش خط ڪري ۾ لکي نقل ڪيو. سندن اهڙي بي لوث خدمت جو اڄ معاوضو ڏيڻ نٿو سگهان

آخر ۾ اهو عرض ڪرڻ ضروري آهي ته مون هن مجموعه جي ترتيب ڪنهن به صنفي يا فني لحاظ سان ڪانه ڏني آهي بلڪ تاريخوار ترتيب رکي آهي جنهن سان منهنجو مقصد هي هو ته جيئن سنڌ جي هاڻوڪن پڙهندڙن خواه مستقبل جي مورخن کي سنڌ علائقي جي وقت بوقت ڦرندڙ گهرندڙ سياسي سماجي ۽ اقتصادي حالتن ۽ ان وقت جي ماحول جو پتو لڳي جنهن ماحول ۽ جن سياسي ۽ اقتصادي حالتن کان متاثر ٿي مون اهي نظم لکيا آهن.

آخر ۾ وري به ايترو عرض ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته آءٌ ڪو شاعر ڪونه آهيان انڪري منهنجي هن ڀڳل ٽٽل نظمن ۾ جيڪڏهن ڪي به عام - عروض جون غلطيون ۽ فني خاميون نظر اچن ته براه ڪرم مبتدي سمجهي مونکي معاف ڪيو وڃي - فقط والسلام.



نيازمند

عبدالڪريم - گدائي

جيڪب آباد.



# ابتدا

۱- انهيءَ سان ابتدا ڪريان ٿو، جو ربِ عظيم آهي.
ازل کان ئي اڳي موجود جو قادر قدير آهي.

۲- نهان جنهن کان نه ڪجهه آهي، ٿو ڄاڻي ظاهر و باطن.
اهو ربِ جليل آهي، اهو عالم عليم آهي.

۳- هميشه جنهن جي رحمت جو سهارو آ، ٻانهي کي.
گنهگارن تي ٻاجهارو ۽ رحمان و رحيم آهي.

۴- ڪلام ان جو هدايت آهه بيشڪ هر زماني ۾.
چراغِ راهِ جنت ۽ صراطِ مستقيم آهي.

۵- سنڀاري روز جو روزي ڏئي ٿو دشمن کي ٻي.
اهو پروردگار آهي رحيم آهي ڪريم آهي.

۶- ڏسي ٿو ۽ ٻڌي ٿو حال هر دل جو عيان ان تي.
هميشه حاضر و ناظر ۽ هر دل ۾ مقيم آهي.

۷- انهيءَ جي رحمتن جو آسرو آهي **گدائي** کي،
جو مالڪ آهه محشر جو ۽ ٻانهي تي ڪريم آهي.



# نعت

احمد ـ مرسل جو پروانو زمانو ٿي ويو.
باغ ـ يثرب بلبلن جو آشيانو ٿي ويو.

شافع ـ هر دو جهان جڏهين ڪيو پادر رڪاب،
جنتي براق دلبر لئہ دوزانو ٿي ويو.

آسمان وارا بہ حيرت جي بحر ۾ غرق ٿيا.
دم جنهين دلدار داور ڏي روانو ٿي ويو.

خاڪ ـ يثرب کي چمي چشمن جو سرمون مان ڪريان.
جيڪڏهن ڪڏهين مديني آب ودانو ٿي ويو.

من ڪڏهن قسمت مديني ڏي ڇڪي، ماڻهو چون،
شوق زيارت ۾ گدائي ئي روانو ٿي ويو.







# * مرحوم خانصاحب بهادر خان کوسہ *

(١٩٢٥ع ۾ ڀڄيءَ جي ڳوٺ ۾ لکيو ويو)

هن دنيا اندر ڪروڙين خاندان پيدا ٿيا.
۽ انهن ۾ مرد سورهہ پهلوان پيدا ٿيا.
ڪيترا غازي، ڪئين فخر - زمان پيدا ٿيا.
خلق جا صاحب سوين گوهر فشان پيدا ٿيا،

اڄ بہ جن جي ڪارنامن کان جهان معمور آهہ.
صفحہ - هستي تي جن جي شخصيت مشهور آهہ.

اي بهادر خان تنهنجي ذات ۾ هڪ راز آ!
جنهن ۾ پنهان زندگي جو درد و سوز و ساز آ.
تنهنجي هستي ۾ وڏيرا باعث - صد ناز آ.
اصل ۾ جا هئين ۽ هاڻي جا سنڌ ۾ پرواز آ.

اڻ پڙهيل هوندي بہ آهين مخزن - علم و هنر!
تنهنجي فطرت بي ريا، هر بات تنهنجي با اثر!

پنهنجي ڪوشش سان ڪيو توڪين ڪي ٿا هي گهٽو.
تو ڪيو انبار ان کي، جو هيو ڏکڙو ڪٽو.
بي بها، بيشڪ بلوچن جا بهادر تون مٽيو.
خانڳڙه کان رند واهي، هئين فقط هڪڙو ڇٽو.

تنهنجي محنت سان وري سرسبز ٿيو ۽ شاد ٿيو.
جهنگل و دشت و بيابان آ ڦري آباد ٿيو.

تو قدامت کي ڇڏيو ڪڏهين نہ اي عالي وقار!
پر ڪئي سهڻي روش پنهنجي وڏن جي اختيار.
سو ڏکهو چولو، اهائي زيب ده دستار يار!
گر زماني رنگ بدليو، پر بلوچن جا مزار!

ڪين ڪي هرگز ڇڏيۂ اسلاف جي آئين کي.
تو هنئين ٺوڪر لکي ٺوڪي دنيا رنگين کي.

سا ٽيھ جا سور،

گھنگھرو مخلوق جو آھين صدا بي امتياز،
تو سند و دست - سخاوت ھر سوالي تي دراز،
جستجو تنھنجي حياتي، تنھنجي فطرت بي نياز،
فڪر تنھنجي جو ھميشه آسمان تي شاھباز،
عزم تنھنجي جو ھميشه رقص ۾ آھي سمند،
تو سندي تقليد کان ٿيو ھر بلوچي بھرمند،

جن بلوچن ۾ ھوا جاري سدا جنگ و جدل،
قتل و خونريزي ۽ جھڳڙا جنجي عادت ھئي اصل،
صدين کان ٿي ويا ھا جي وڏيرا بي عمل،
جنجي عادت قتل و خون ھئي جنجي فطرت بي بدل،
باھمي تڪرار ۾ جي ھا ھميشه مبتلا،
جنگجو وحشي ڪرائڻ سي زراعت آشنا!





## ليوڪس پارڪ سکر.

(١٩٢٧ع)

هي باغ حسن جي هڪ، بازار آ سکر ۾.
هي پارڪ اهل-دل لئہ، آزار آ سکر ۾.
هر وقت هت دلين جي، ڀرمار آ سکر ۾.
آيو هتي سو ڦاٿو، هي ڄار آ سکر ۾.

آهي ڪليل سين لئہ، ادنيٰ هجي يا اعليٰ.
هر جاءِ تي لڳن ٿا، نشتر سوين نرالا.
ڪنهن کي ڪمان هٿ ۾، ڪنهن کي هٿن ۾ ڀالا.
ڪنهن جو بيان ڪجي هت نازڪ ٿيا نرالا.

مستانہ چال سان هت، رشڪ-قمر ڦري ٿو.
نظرن کان عاشقن جي، ڪيئن بيخبر ڦري ٿو؟
هن جاءِ تي هو عاشق، خستہ جگر ڦري ٿو.
سهڻي جو دل ۾ سانڍيو تير-نظر ڦري ٿو.

هر وقت هت هزارين، ماه-جبين اچن ٿا؟
هن باغ جي چمن ۾، هردم حسين اچن ٿا.
دنيا جي نازڪن کان، نازڪ ترين اچن ٿا.
ڇا هت بہ تنهنجا جلوه، پرده نشين اچن ٿا؟

اي بي پناه جلوه، مجنون کي تو رلايو!
فرهاد جي مٿي تي، تيشو بہ تو هلايو!
سرمد جو خون دهلي اندر بہ تو وهايو!
سکر جي اهل-دل کي عاشق بہ تو بنايو!

حورون بهشت واريون ، آيون لهي زمين تي .
ليوڪس جو پارڪ آ يا جنت بٺيو زمين تي .
صد ناز سان ٽلي ٿو ، ناوڪ فگن زمين تي .
پرواز آسمان تي ، آهي بدن زمين تي .

ڇا جنگجو هليو آ ، سهڻو ٺهي سپاهي ،
ڪنهنکي ڪري ٿو گهايل، ڪنهنکي وجهي ٿو ڦاهي .
اڄ اوچتو اچي وئي ، دل جي مٿان تباهي ،
ساهون آ شاه۔خوبان ، ڪر خير يا الاهي .

پيدا ٿيو گدائي ، سيني ۾ سوز ساڙو!
ليوڪس جي سر زمين تي، دل تي لڳي ويو ڏاڙو!





## * خيرو ڳڙهي *

(١٩٢٧ع)

چا چوي شاعر ته چا اسرار آ خيرو ڳڙهي!
حسن سان معمور هڪ گلزار آ خيرو ڳڙهي!
عشق وارن لئه عجب آزار آ خيرو ڳڙهي!
خون - عاشق جي گرم بازار آ خيرو ڳڙهي!
ڳوٺ هي پوئي جي دامن ۾ عجب اسرار آه!
هر ڳلي ڪوچي اندر جاري ڪسڻ جي ڪار آه!

حسن چا ۽ ناز چا انداز ۽ اعجاز آه!
مهه جبين نازنين جو هتي پرواز آه!
عشق وارن کان پڇو هي هڪ عجائب راز آه!
اهل - دل وارن ۾ هت جاري اهو آواز آه!
هاءِ گهايل ٿو ٿئي ڪو ناز جو انداز جو.
ڪو ٿئي ٿو صيد هت ڪنهنجي خرام - ناز جو.

ڪيئن ڪري ٿوليون ٿلن ٿا نازسان نازڪ بدن؟
هڪ عجب انداز سان گل ٿا ٿين غنچه - دهن!
چا ڪري چمڪاٽ ٿا چمڪن سندن در - عدن!
چٽڪ بجليون عاشقن جي دل مٿان ٿيون راند ڪن!
حسن جو هڪڙو تماشه - گاه آ خيرو ڳڙهي!
دامن - ڏيزرٽ ۾ وه، واه آ خيرو ڳڙهي!



پر وڏو افسوس، جو پاڻي سندو هت ڪال ٿيو.
جو بنا پاڻيءَ، رهاڪن جو برو آ حال ٿيو.
ڪي ورهيه ٿيندا خدا ڄاڻي پريشان مال ٿيو.
پر نه پلجي پيي ڪڏهن سرڪار کي خيال ٿيو.
حيف پاڻيءَ کان سوا، گلزار ويران ٿي ويو.
اهلڪارن جي روش تي عقل حيران ٿي ويو.

سا ٽيھ جا سور.

هان اگر، اج ٻي ڪٿي انجنير ڪي ڪو خيال ٿئي .
ٽوپ پل ڪان جي ڪٿي ڪاڻي جو قيل و قال ٿئي .
پوء ٻي شايد زميندارن جي دل خوشحال ٿئي .
ملڪ جو ويران آ، شايد تہ مالا مال ٿئي .

يا خدا انجنير جي دل تي ڪٿي وجهہ ڪو اثر!
جيئن غريبن جي مٿان ڪجهہ ڏور ٿئي تنهنجو ڏمر!

گهر دعا اج تون گدائي ملڪ شل آباد ٿئي!
ڏرت، ڏولاتو، ڏڪر مولا ڪري برباد ٿئي!
جئن وري هر هڪ حسين خندان ٿئي دلشاد ٿئي!
دردمندن جي بہ دانهن جو خدا وٽ داد ٿئي!

ٿئي هتي پاڻي گهڻو، خيرو گهڙهي گلزار ٿئي!
حسن وارن جي هتي پيٽي گرم بازار ٿئي!





# جواني ڪان پوءِ.

(١٩٢٨ع.)

حسرت نه آهه رنج و الم آرزو نه آ.
مضمونِ حسن و عشق تي ڪا گفتگو نه آ.
دل آهه، ڪيس ڪنهن جي مگر جستجو نه آ.
هن گهر اندر مقيم ڪوئي خوبرو نه آ.
شيشو پيو آ، هاءِ مئي، مشڪبو نه آ!

جنهن عشق کي ازل کان مليو اضطراب هو.
۽ بارگاهِ حسن ۾ جو بارياب هو.
نا ڪامياب هو ته ڪڏهن ڪامياب هو.
ڀرپور مئڪده هوا، دورِ شراب هو.
ڇا جو شراب، اڄ ته جگر ۾ لهو نه آ؟

سو حسن جو جهان ۾ ڪڏهن لاجواب هو.
۽ هر قدم تي جنهن جي بپا، انقلاب هو.
پر لطف خواب هو يا ڪنهين جو شباب هو.
سي ڏينهن ٿي ويا جو پگهر پيي گلاب هو.
اڄ عطر پيي مکي ته محبت جي بو نه آ!







## ز ٻيهر ترڻ ڀيڙو پر ڏيهن.

(ڊسمبر ١٩٣٥)

شاعر ڪري تعريف ڇا.
هر چيز آهي دلربا.

مهنو ڊسمبر جو هيو
سردي به ڏاڍي زور تي
برسات جون بوندون هيون
بادل ها مائل شور تي
اهڙي فضا ۾ شام جو
ڊيڙي شهر ۾ ٿيو گذر
اڄ اوچتو ڪنهن سانگ سان
مجبور، ٿيو ايڏهن سفر
وه واه ڊيڙي جي زمين
آ رشڪ - فردوس - برين
هرهڪ هتان جي چيز کي
قدرت بڻايو آ حسين
مونتي وڏو احسان ٿيو
سيد جي مهماني ملي
جيڪا مقدر ۾ هئي
مقصوم سا ماني ملي
بي گهر مسافر جي مٿان
سيد جي ٿي چشم - عطا
لک قرب مهماني ڏنا
سيد سندي دست - سخا
هت شاعرن جون پان ۾
وه وه جو باتيون ٿيون
دلچسپ ۽ رنگين پڻ
مڙيون ملاقاتون ٿيون



چرچا، ٽٽوليون، مسخريون
۽ ڦٽيءَ تي اشعار ٿيا
شاعر سخن جي فڪر ۾
ڪي شعر ڪان بيزار ٿيا
ڪنهن ڦٽيءَ جي تعريف ڪئي
۽ ڪنهن ڦٽيءَ واري سندي
موضوع هي سارو مگر
هو وندر بيڪاري سندي
هيءَ رات سيني جي وٽي
اهڙو ڦٽيءَ رولو وڌو

هن ڳوٺ ساري ۾ ڦٽيءَ
چئو طرف ڇڙ ٻولو وڌو
هت ڳوٺ ڇا اوطاق ۾
سيد جي سرداري ڏٺم
اهل - سخن جي ٻاهمي
هت گرم گفتاري ڏٺم

چئو طرف ساري ڳوٺ جي
وٽراه وٿهاري ڏٺم
باغات کان اوله، طرف
ٻرباد گلزاري ڏٺم

هر شئي کي مون جاچي ڏٺم
هاري ڏٺم، ناري ڏٺم

پر نانءُ جنهن جو نٿو لکي
تنهن ۾ فقط واري ڏٺم

مون ڳوٺ جي بازار ۾
هر رنگ جا ماڻهو ڏٺا
چرسي، سوالي، مسخرا
حجام موچي ڇا ڀڙيا



اولهہ طرف اوطاق جي
ٽيو صبح جو جڏهين گذر
پرشور شهرين کان پري
هو ماٺ وارن“ جو شهر
بي فڪر – دنيا کان ڇٽي
هت پيا سمهي آرام ۾
هي دور دنيا کان صفا
نا صبح ۾ نا شام ۾
مخمل ۾ جي ملبوس ها
۽ ها ڪڏهن افلاڪ تي
هتڙي مگر ڏسجي پيو
سيني جو بستر خاڪ تي

هي شهر خاموشان سڄو
اڄ سانت سان سرشار آهہ
هتڙي هنن جو هاڻ ۾
جهڳڙو نڪو تڪرار آهہ
دنيا اندر جن جا سدا
تڪرار ۽ جهڳڙا هوا

زر ۽ زمين تي باهمي
جهيڙا جهٽا رڳڙا هوا
دنيا اندر سڀ ڪجهہ هيو
پر هاڻ ڪجهہ ٻي ڪين آ
دولت نڪو ڪو ديد ٻو
گهوڙو نہ زرين زين آ

جهوتو هوا جو دوستو!
آهي اسانجي زندگي!
هڪ دم گذر جي واسطي،
ڪيڏي ڪريون ٿا گندگي؟



نادان، هي قبرستان نه آ،
آ زندگي جو پيو ورق،
هي ”ماٺ وارن“ جو شهر،
ڏئي ٿو هي عبرت جو سبق.

ڪهڙو؟

ساري خدائي سربسر،
آهي گدائي دم گذرا



## * ڳـــولا *

(١٩٣۴ع)

جواني جي اچڻ سان، دل اندر طوفان ٿيو پيدا،
نئون نت سور جاڳيو ۽، نئون ارمان ٿيو پيدا،
ڪنهين جي ديد جو، دل ۾ چڻپل پيڪان ٿيو پيدا،
عجب هڪ انتظاري جو، اچي سامان ٿيو پيدا،
لهو دل جو تري آيو اکين ۾ يار جي خاطر،
وڃائي ديد سان رنڌي ڪنهين دلدار جي خاطر.

جبل جيڏيون ڏکيون راتيون گذاريم، بيقراري ۾!
ورهه جوڏينهن هڪ هڪ ٿي لنگهي ويو، انتظاري ۾!
ڪتيون، ٽيڙو ڪئين آيري لهي ويا، آه و زاري ۾!
مزا مون درد جا ورتا اڪيلا، رات ڪاري ۾!
سٺم سڀ ڪا مصيبت، حسن جي سرڪار جي خاطر،
اجائي ۾ ڪيم اختر شماري، يار جي خاطر!

نمازي ٿي، ڪڏهن مون يار کي مسجد اندر ڳولهيو،
ڪليسا جي اندر ڪنهن دم، وڃي مون آلٽر ڳولهيو،
ڪڏهن مندر شوالو ۽، ڪڏهن مون جهنگ جهر ڳولهيو،
شهر جي هر گهٽيءَ ۾، يار کي مون دربدر ڳولهيو،
گداگر ٿي پيس سان، من گهرني منٺار جي خاطر،
ڍڪي ڪفني فقيرن جان، هليس غمخوار جي خاطر.

پهاڙن ۾ ٻه ٻجي تپشوي، مون يار کي ڳولهيو.
لڳين لائي پيوتي، مون ڪڏهن سرڪار کي ڳولهيو.
ڪڏهن سپنن جي دنيا ۾، ٻه مون دلدار کي ڳولهيو.
غرض هر رنگ ۾، مون پنهنجي پالڻهار کي ڳولهيو.
ملايو خاڪ ۾ مون پاڻ کي دلدار جي خاطر،
ڪيو ڇا ڇا نه مون، هڪ يار جي ديدار جي خاطر!



تڪبر کي ٽڙي، جو اصليت پنھنجي سڃاتي مون.
دوئي کي دور اڇلي، دل اندر جھاتي جو پاتي مون.
جڳھ دلدار جي، تڏھين وڃي آخر ته ڄاتي مون.
مثل دل جي اندر محسوس گويا ڪئي حياتي مون.
لڌم دل جي اندر آخر، رليس جنھن يار جي خاطر.
گدائي در بدر مون ڪئي عبث ديدار جي خاطر!

اکيون کولي اندر چون، مان جڏھن گردن جھڪايان ٿو.
يگاني يار کي دل جي اندر، ھروقت پايان ٿو.
خوشي جا گيت مستي ۾ اچي تنھن وقت ڳايان ٿو.
ھميشه ناٿ سان مان نينھن جو ناتو نڀايان ٿو.
ڀلي جي سر وڃي ته به دوستو دلدار جي خاطر.
گدائي سا، پنھنجو وقف، آھي يار جي خاطر.





## * ٻهار جو زلزلو *

(١٩٣٧ع)

تو موت هن جهان ۾ نوشه ۽ مير ماري.
پيڪ - اجل هزارين پير و فقير ماري.
جمشيد شاه جهڙا ارڏا امير ماري.
ڪنهن جا صغير ماري ڪنهن جا ڪبير ماري.
انسان جي حياتي جهونڪو فقط هوا جو.
پاڻيءَ جي ڦوٽڙي ڪي، باقي غرور ڇا جو؟

تو سلطنت جا مالڪ، عالي وقار ماري.
مائن جي گود ۾ تو، معصوم ٻار ماري،
ڪٿ تو ڪپائي هڪڙو، ڪٿ تو هزار ماري.
آهي قهار اهڙو، تو بيشمار ماري.
هردم نظر جي سامهون منظر ٿيو فنا جو!
پاڻيءَ جي ڦوٽڙي ڪي باقي غرور ڇا جو؟

دنيا شڪارگاه آ، ۽ موت آ شڪاري.
محلات ۽ منهن ۾ ان جو شڪار جاري.
مالڪ هجي يا نوڪر، مزدور يا ڪماري.
ڪمدار يا وڏيرو ديهدار يا ٻڪاري.
ڪو دير ڪو سويرو، لقمون ٿئي قضا جو.
اڻ ٽر اصل ڪان نالو آهي انهي بلا جو.

جا شئي هجي يقيني، تنهن ڪان هي عار ڇو آ؟
لرزي تو جسم سارو، دل بيقرار ڇو آ؟
ساري بدن ۾ ڏڪڻي، پوءِ بار بار ڇو آ؟
فاني دنيا سان ايڏو، پنهنجو پيار ڇو آ؟
دلڪش دنيا جو منظر تو پاڻ ڏي ڇڪي پيو.
هرڪو تڏهن گدائي تو موت ڪان لڪي پيو.



# خواب.

(۱۹۴۲ع)

ڪهڙو پڇو ٿا حال دل - پرعذاب جو؟
طوفان آه جنهن ۾ پيا اضطراب جو.

هڪڙو حسين و [illegible] نازنين ڏٺم،
ڪٿ تي دراز هوس ۽ عالم هو خواب جو.

نازڪ مزاج ورشڪ - قمر ۽ ڪبڪ خرام.
ڇا ڇا ڪيان بيان، مجسم شباب جو.

هڪ پيڪر - جمال نظر جي هو روبرو.
شرمنده حسن جنهن جي اڳان آفتاب جو.

ڇا سرو همسري قد - دلدار جي ڪري،
شمشاد کي يي رشڪ اچي ويو جناب جو.

هو مصحف - رخ غيرت - گلزار هم نشين!
هو چشم - نرگسي ۾ اثر نيم خواب جو.

زلفون سياه ناگ يا سنبل جا گل هوا.
ڳاڙهو لبن تي رنگ هو خونين گلاب جو.

رخسار لعل يا چوان ڪشمير جا ها سيب.
غنچه - دهن ۾ رنگ پريل هو عناب جو.

ٿي بيقرار دل وئي تاب - جمال کان،
خانو خراب شال ٿئي اضطراب جو.

بيتاب ٿي جو عرض گذاريو مون حال - دل،
ٿي پيڪر - حسين ويو، پيڪر حجاب جو.

رخسار - گلعزار تي سرخي اچي وئي،
سارو ڳهر ۾ ويو پسي رخ آن جناب جو.

قطرا ڳهر جا چاه - ذقن تي ڏسي چيم،
صحن - چمن ۾ حوض پريل آ گلاب جو.

نقاش - ازل ڪهڙو عجب نقش آ چٽيو،
قدرت خدا جي آه يا عالم شباب جو.





# آخر فنا.

(١٩٢٧ع)

(ڳڙهي خيري ۾ ''ديوان جي باغ'' جي سير کان متاثر ٿي لکيو ويو.)

هلڪي انڌيري رات هئي – چوڌاري اچا ظلمات هئي
مٺڙي پکين جي لات هئي – هڪڙي خدا جي ذات هئي.
باد - صبا هئي سرد تر.
جنهن دم ڇڏيو مون پنهنجو گهر.

تڪڙو ويم مڪتب اندر – جنهن ۾ رهيو ٿي ماستر.
ساٿي هيو ۽ هم سفر – انکي چيم سستي نه ڪر.
اٿ سير لئه تيار ٿي!
ڇڏ بسترو بيدار ٿي!

وٽندڙ هئي ٿڌڙي هوا – ۽ ٿو سڄو نظارو جانفزا،
هر چيز دلڪش، دلربا – هر پات مستانئي فضا،
چا وقت هو سهڻو ادا،
اني ٿي، هڙهڙ جي صدا!

ڪو ننڊ ۾ هو بيخبر – ڪو ڪنهن خيال - خام ۾.
ڪنهن درد واري جي بسر – ٿي رات هئي آلام ۾.
ڪو هو خدا جي ياد ۾.
ڪو دانهن ۽ فرياد ۾.

چپ چاپ، ٿي هڪبئي پٺيان – باهر هليا سون شهر کان،
ورتو سون رستو باغ جو، هلندا هليا سين نهر کان،
هستي کان پنهنجي بيخبر.
ويا سين اسين گلشن اندر.

دلڪش نہ ڇا گلزار آہ — رنگين چمن بازار آہ.
هر سمت رونق دار آہ — خوشبوءِ جو ھبڪار آہ.

سھڻو سھانو وقت آہ.
گل جو وڇايل تخت آہ!

گل جو وڇايل تخت آ — سوسن کي پيالو دست آ.
نرگس نشي ۾ مست آ — ڇا جانفزا گل گشت آ!

قمري پئي ڪوڪو ڪري!
بلبل پئي هو هو ڪري!

ڇا نازبو جو ناز آ — گل جو عجب انداز آ،
قدرت جو گويا ساز آ — ھي ساز جو آواز آ.

ڪھڙو؟

گلزار جي نشو و نما،
ھڪ ڏينهن ٿي ويندي فنا.

جنهن دم خزان جي واءُ گھلي — ٿيندو فنا، هر گل ڪلي.
سڀ خاڪ ۾ ويندا ملي — ھڪبئي پٺيان ويندا ھلي.

رھندي نہ بلبل جي نوا!
پئُ نرو نہ قمري جي صدا!



رھندو نہ گل جو ڪو نشان — بلبل نہ قمري جو بيان،
مڪڙي نہ گل ۽ گلستان — رھندو فقط ھي داستان،

ڪھڙو؟

ھت باغ ھو ديوان جو،
ديوان عاليشان جو.

گلڙن جو ھارو سڀ فنا! — رنگين نظارو سڀ فنا!
گورو ۽ ڪارو سڀ فنا! — عالم ۾ سارو سڀ فنا!

رھندو نہ ھت ڪوئي بشر،
ڪوجھو ھجي يا خوبتر!

آھي نہ ھت ڪنھن کي بقا — مھمان سڀ شاھ و گدا،
قدرت جو ھي دستور آ — ”آخر فنا، فنا!“

سارو جھان ھي سر بسر،
آھي **گدائي** دم گذر!





# وطن جي اڏاوت.

(١٩٣٣ع)

[ هي جنگ عظيم جي پڄاڙي آڻ لاءِ لکيو ويو ]



وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون.
آئي مرد مشڪل کي آسان ڪر تون.

ڇڏي خواب غفلت ٿي بيدار هاڻي.
وڃن تنهنجا متجي نه آثار هاڻي.
اڃين ڪين هلندو هي وهنوار هاڻي.
سڄي وقت توکي پيو يار هاڻي.

گلستان کي پنهنجي نه ويران ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!

لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ نه توکي مهارت.
زماني ۾ مشهور تنهن جي جهالت.
صفائي کان عاري، گهرن ۾ غلاظت.
اجا ڪيترو وقت، هلندي هي حالت.

آئي مرد مشڪل کي آسان ڪر تون.
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون.

نه دولت آ تووٽ، نڪو ڪو هنر آ.
نه ڪپڙو ڍڪڻ لئه، رهڻ لئه نه گهر آ.
تمدن جي توکي نه ڪائي خبر آ.
نه سينو آ روشن، نه دل ۾ نظر آ.

هٿن سان نه گهر پنهنجو ويران ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!

تو واپار پنھنجو ڇڏيو آ وساري.
ھنر خواہ حڪمت ڇڏيا تو ڏڪاري.
سڄي ۽ ڪجھ ڏس، تہ موڳا نھاري.
دکي ديس تنھنجو، تو توکي پڪاري.

آئي حال پنھنجي تي، ارمان ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!

نئين سر سان، دنيا جي تعمير ٿيندي.
نئون فڪر ٿيندو ۽ تدبير ٿيندي.
نرالي زماني جي تصوير ٿيندي.
نئين ٽئنڪ، بندوق، شمشير ٿيندي.

نئين آن پيدا، نئون شان ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!

ھي واپار وھنوار آسان ٿيندو.
۽ ڪاڏو ۽ ڪپڙو فراوان ٿيندو.
عجب ڪارخانن جو فيضان ٿيندو.
ھي ھر ڳوٺ بغداد تھران ٿيندو.

ھنر ساڻ ھر ڳوٺ جاپان ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!



پراڻا ھي اوزار برباد ٿيندا.
ھي ھر ڦار، گھوڙا ڪڏھن ڪم نہ ايندا.
ھي ڳاڏيون ۽ ڪيٽيون بہ ڪرڙي ڇڏيندا.
نئين ھڪ نموني تي بستيون اڏيندا.

تہ بر سان دنيا کي حيران ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!

هنر باغباني جا، ايجاد ٿيندا.
غم و رنج و حرمان برباد ٿيندا.
بيابان، شاداب و آباد ٿيندا.
دکي ديس وارا، ڦري شاد ٿيندا.

آئي خارزارن کي بستان ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جوسامان ڪر تون!

بدلبي اڄوڪي هي حالت سراسر.
اڄوڪو نہ هاري، نہ هاري جو هي گهر.
اڄوڪو نہ پٽڪو، نہ چولو، نہ چادر.
اڄوڪو نہ جوتو، نہ بوچڻ، نہ بسترو.

آئي اوچ رهڻي جو اعلان ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!

جهالت سندي پاڙ پٽبي سراسر.
ودياوان ٿيندو، قبيلي جو هر گهر.
کلي ويندا هر هنڌ اسڪول اڪثر.
وديا سان سڀئي ڳوٺ ٿيندا منور.

پسن کي علم سان انسان ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!





پڪيون صاف سڙڪون، ڪٿي کوه جاري.
ڪٿي واه، نهرون، ڪندا آبياري.
ڪٿي ڪڻڪ، جانيا، ڪٿي ونڻ ساري.
عجب ديس پنهنجي ٿيندي بهاري.

بيابان، شاداب و خندان ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!

سڀئي ڳوٺ، بجلي سان ٿيندا منور،
پڪا روڊ سيمينٽ جا، ساڻ ڏامر.
ٻه رويه وڻن جون قطارون برابر.
مٿان تن جي ھر وقت، لارين جي فرفر.

تصور ۾ جنت جو امڪان ڪر تون.
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون.

مٺي علم سان جلد سرشار ٿيندين.
ھنر ۽ سياست ۾ ھوشيار ٿيندين.
زراعت ڪندين جي ته زردار ٿيندين.
سچائي مان نڪري، دنيادار ٿيندين.

اٿي چشم-دنيا کي حيران ڪر تون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون!

بهادر، دلاور، سدا شير نر تون.
ڪري جلد دشمن کي زير و زبر تون.
عدوءَ جي مقابل ۾ ٿي بي خطر تون.
شجاعت سان ڪر سوڀ نزديڪ تر تون.

ڪمر ڪش اٿي جوش-ايمان ڪر تون.
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون.



اگر تنھنجي دل ۾، آ الفت وطن جي،
وگر جي گھرين تون اڏاوت وطن جي.
جيئارڻ جي چاھين تو، صنعت وطن جي.
مبدل ڪرين جي تون حالت وطن جي.

اٿي ويرويرين کي ويران ڪر تون.
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪر تون.

هليو شان سان وڃ، وطن جا سپاهي!
خدا تنهنجو حافظ، وطن تنهنجو واهي!
سکيو آڻ دشمن جي سر تي تباهي!
ڏئي سوڀ جي تو گدا گهي گواهي!

دوبالا وطن جو وڃي شان ڪرتون.
اٿي مرد مشڪل ڪي آسان ڪرتون.





# رنگين دوکو.

(۱۹۴۳ع)

محبت دوستي، اخلاص همدردي، نڪوڪاري،
اها دولت ڪٿي آيس، مان انسانن جي بستي ۾.

مون سمجھو ٿي، تہ ھيءَ دولت پياري آھ دنيا کي،
ضرورت سخت هوندي، ان سندي هن بزم-هستي ۾.

دلين ۾ دوستيءَ جا هت سوين ارمان پيا هوندا،
هي انسانن جي دنيا آ، هتي انسان پيا هوندا.

مگر افسوس! منهنجو تجربو سارو غلط نڪتو،
غلط فهمي تي پنهنجي، آھ مون کي اڄ پشيماني.

وڏي غلطي هئي منهنجي، سچا تہ ڪين دنيا کي،
تماشا تو ڏسان انجا، ۽ آهي سخت حيراني.

"نڪوڪاري" جي پردي ۾ سيه ڪاري جو جلوه آھ،
مقدس خانقاهن ۾، گنهگاري جو جلوه آھ!

هتي نالو محبت، آھ جسماني تعلق جو،
حقيقت ۾ "وفاداري" فقط رنگين دوکو آ!

غرض جو ناتو هت، مطلب پرستن دوستي ناهيو!
حقيقت دوستي جي هت، رڳو کهنبي جو چٽکو آھ!

سرشتو آھ هت جاري، اجا سرمايہ داري جو،
۽ عورت، اقتصادي طور مردن جي غلام آهي!

نڪو تو مزا ماڻي، مري مزدور ۽ هاري،
اجا مفهوم-آزادي کان عورت تشنہ ڪام آهي!

ٻڪن جي خوف کان لاچار، مجبور-وفا آهي!
سندس دل ڪين چاهي پل، تڏهن پيو مرد کي چاهي.



## وطن آزاد ڪر پنهنجو.

(١٩٤٣ع)

(ٻي جنگ عظيم جي خاتمي آڻڻ لاءِ لکيو ويو)

لڳي دشمن جي دلبي تي، نه گهر برباد ڪر پنهنجو.
ڏيئي صياد کي سيڪت، چمن آزاد ڪر پنهنجو.

ٻکن ۾ پاه آهن، دربدر، بي گهر وطن وارا!
وطن جا پاسبان آت تون، وطن آباد ڪر پنهنجو!

نه ره لاچار ۽ مجبور تي، هن باغ ـ دنيا ۾،
هواءِ برق تي قبضو ڪري، صياد ڪر پنهنجو.

مجاهد پيرو تيبو ڪر وري پيدا تون محفل ۾،
وساريل ويرتا وارو، سبق اڄ ياد ڪر پنهنجو.

شجاعت تو سنڌي ڪان شان هندستان جو اعليٰ،
ڪري پامال دشمن کي، وطن اڄ شاد ڪر پنهنجو.

ملائي خاڪ ۾ اڄ محوري طاقت جا منصوبا،
**گدائي** خون ڏيئي تون، وطن آزاد ڪر پنهنجو،







# اٿ اي جوان هندي.

(٢٤ فيبروري ١٩٤٥ تي بزم-ادب نل جي مصرع-طرح ”اٿ اي جوان هندي، سر جي لڳاءِ بازي“ تي پڙهيو ويو)

نالو بهادري ۾ مشهور-عام تنهنجو
مردان-صف-شڪن ۾ اونچو مقام تنهنجو
هر فرد ڀيم، ٽيپو، رستم ۽ سام تنهنجو
تون هند جو مجاهد، روشن آ نام تنهنجو
محمود بت شڪن تي، ڇوتو ڪرين ايازي؟
اٿ اي جوان هندي، سر جي لڳاءِ بازي!

ڇو فرض منصبي تو، پنهنجو ڇڏيو وساري
هر هڪ وطن جو ٻچڙو، تو ڏانهن ٿو نهاري.
او ديس جا سپاهي، اڄ ديس تو پڪاري
”آهي ڪو لعل منهنجو جو دشمنن کي ماري“
ٽيپو جي حميت کي، ٿ آزماءِ غازي
اٿ اي جوان هندي سر جي لڳاءِ بازي.

اٿ ديس جا محافظ للڪار دشمنن کي
ڌڪار پنهنجو جوهر تن ڪور باطنن کي
بندوق توب سان ڪر بيڪار رهزنن کي
ويجهو نہ ڇڏ وطن جي جاپان و جرمنن کي
طاقت سان دشمنن کي ماري ڪراءِ آزي
اٿ اي جوان هندي، سر جي لڳاءِ بازي.

” آزاد ايشيا“ جو جن ڍونگ آ رچايو
”برما نواسين“ جو جن خون آ وهايو.
”فلپين ۽ ملايا“ جن زور سان ڦڙايو
مظلوم ”چينين“ سان تن ڀال ڇا ڀلايو؟
ڪنهن جي گرفت آهي، سو ماترا تي تازي؟
اٿ اي جوان هندي، سر جي لڳاءِ بازي

ظلم و درندگي ۾، آهن سفاڪ پيئي
جمهوريت جا رهزن، هي خونناڪ پيئي.
وحشانيت ۾ يڪسان هي هولناڪ پيئي
ڪر ديس جي زمين کان هي صاف و پاڪ ٻئي

في النار ڪر جڀاني، ماري مچاءِ نازي.
اٿ اي جوان هندي سر جي لڳاءِ بازي.

چا حوصلو آ ڪنهن جو، هندوستان تي ڪاهي؟
اتر طرف همالہ، ڏکڻ سمونڊ آهي.
ايران ٻئي طرف کان تو دشمنن کي ڊاهي
۽ ٽيئين طرف کان چيني بنا محاذ ئا هي.

چوٿين طرف آ جو ڏا، تنهنجي جوان بازي.
اٿ اي جوان هندي، سر جي لڳاءِ بازي.

اڄ محورين جهان کي هڪ باهہ آ لڳائي!
انسانيت پريشان، تهذيب تنگ آئي!
نفرت نفاق واري، آئيون نہ وات وائي.
اٿ ڳاءِ ايڪتا جو ڪو گيت اي **گدائي**!

آزادگي جو نسخو، ناهي سواءِ سازي.
اٿ اي جوان هندي، سر جي لڳاءِ بازي.





# ” جنگ جو خاتمو “

( ١٩٤٥ع )

( ھي عالمگير جنگ جي خاتمي تي لکيو ويو )

مبارڪباد، جو اڄ دور آيو شادماني جو.
پڙو اتحاد ين سھرو، فتح ۽ ڪامراني جو.

مبارڪباد، جو اڄ ظلم جون پاڙون ويون پٽجي.
مبارڪ، خاتمون ٿيو جنگ جي بيدردباني جو.

مبارڪ اڄ، دنيا جي بيڪس ۽ بي زبانن کي.
مبارڪ فخر، ھندي نوجوانن کي جواني جو.

ھميشه روسين جي ضرب رھندي ياد ھٽلر کي.
ٽڙڪندو قبر ۾ پيو لاش ير گولن جي باني جو.

بکن ۾ پاھ ٿيندڙ بي زبانن کي مبارڪ آ.
ٿيو جو خاتمون دنيا جي اڄ دردـ نھاني جو.

گدائي ديس وارن کي مسرت ڪا ملي دائم.
مبارڪ دوردورو ٿئي، دنيا ۾ شادماني جو.



# ”پوتار نڪري پيا“

(اليڪشن تي لکيو ويو) (١٩٤٦ع)

وري آئي اليڪشن، ۽ وري زردار نڪري پيا.
ڇڏي طره ڪلهن تي، قوم جا پڳدار نڪري پيا.
ڇڏي بنگلا، بخاريون گرم، هن سردي ۽ پاري ۾.
غريبن جي ڀلي جي واسطي، پوتار نڪري پيا.
ڇڏن هي نرم بستر ڪين ها، هن سخت سردي ۾،
مگر مخلوق جي خدمت جي خاطر، يار نڪري پيا!
هنيا جن سو ڏهن جا ڏنگ تي هردم غريبن کي،
سي بڻجي قوم جا همدرد ۽ غمخوار نڪري پيا.
سدائين جن ڪيون هارين ۽ مزدورن جون بربادين،
اهي تي قوم جا خادم ۽ خدمتگار نڪري پيا!
ڇهن سالن اندر ڪوئي نہ هاري ڪان پڇڻ آيو،
هزارين اڄ مگر هاري سندا حقدار نڪري پيا!
وڏيرن جي حڪومت جي حفاظت ۾، غضب آهي!
ڪرايہ جا سوين سيد سوين حبدار نڪري پيا!
اوهان جي ووٽ تي ڏاڙو هلڻ جي لاءِ اڄ هاري،
سوين ملا، مشائخ، مولوي، چوڏار نڪري پيا!
ڪڏهن اجلاس جي اندر نہ ورتئون نانءُ هاري جو
هزارين پر وري اڄ ووٽ جا حقدار نڪري پيا!
پروڙا جي حمام اندر، تہ سڀ ننگا نظر آيا!
ٿيو جي فيصلو ظاهر، تہ سڀ بدڪار نڪري پيا!
امانت ووٽ جي هاري، سنڀالڻ آه اڄ مشڪل،
انهيءَ جي هٿ ڪرڻ جا، ڪيترا هٿيار نڪري پيا!
اچي پيتي اندر هاري سنڀاري ووٽ وجهہ پنهنجا!
سندءِ ووٽن تي ڏاڙي لئي سوين خونخوار نڪري پيا.
ٿئي ٿو فاش پردو خوب اڄ سرمايہ دارن جو،
گدائي سان گهڻا ئي محرم-اسرار نڪري پيا!

★★★★★



## اڃان ڪجهه گيت ڳائڻ ڏي!

( ۱ مارچ ۱۹۳۷ع )

اچا رک بند پنهنجي ميڪده ۾ جام اي ساقي!

اچا ساز - بغاوت تي مونکي ڪجهه گيت ڳائڻ ڏي!
وطن جي ذره ذره کي اچا باغي بڻائڻ ڏي.

مٽائڻ ڏي مونکي نام و نشان ظالم حڪومت جو.
اچا پيغام ڏيڻو آ مونکي گهر گهر اخوت جو

غلاميءَ جي پرستارن کي پيرن ۾ لتاڙڻ ڏي.
ڪنڊا سي راه - آزادي سندا مونکي ٻهارڻ ڏي.

بهادر شاه جو بدلو اڃان مونکي چڪائڻ ڏي.
سر- مغرور مغرب جو اچا مونکي جهڪائڻ ڏي.

اچا وٺڻو آ مونکي خون بها جهانسي جي راڻي جو.
شهيد — حريت سلطان ٽيپو جي جواڻي جو.
اچا ڪجهه خون سان ٻي کيڏڻيون آهن مونکي هوليون.
اچا سيني تي کائڻ ڏي مونکي انگريز جون گوليون.
اچا صياد کان ڪسڻو وڙهي آ گلستان پنهنجو.
اچا آزاد ڪرڻو ديس آ جنت نشان پنهنجو.
نه وٺ هاڻي خدا لڳ جام و مئي جو نام اي ساقي!

اچا رک بند پنهنجي ميڪده ۾ جام اي ساقي!





## ” دورنگي “
( ١٩٥٠ع )

دورنگي زماني جي مشهور آهي.
ڪٿي رات ڪاري، ڪٿي نور آهي.
هزارين ڪمائن، ڪري عيش هڪڙو!
اها ڳالهہ انصاف کان دور آهي.
زميندار، ڪڙميءَ جي ڪاٽي ڪمائي!
الا جي ڪٿان جو هي دستور آهي؟
گراني ۽ بيروزگاري کان هر ڪو،
پريشان ڏاڍو ۽ رنجور آهي!
پٽيوالو، منشي، سپاهي، معلم،
بکن جي مصيبت کان مجبور آهي!
وڪامي ٿي عصمت جوئن جي ڪٿن تي.
ڪليجو ٿو ڦاٽي جگر چور آهي!
غريبن جي فاقن اندر، عيد گذري!
اميرن جي دنيا تہ مسرور آهي!
اجا امتياز — غريبي اميري؟
اجا يار! دهلي گهڻو دور آهي!
اجهو جام ـ بيداد، ڇلڪيو گداگي
ٽيو جو ڪنن تائين پرپور آهي.





# ”زندگي جا ٽي دور“

(۱۹۵۰ع)

خبر ڪا نہ ڪا هئي تہ غم ڇا بلا آ؟
چون سور ڇا ڪي الم ڇا بلا آ؟
جفا ڪنهن جو نالو ڪرم ڇا بلا آ؟
حسينن جو جور و جفا ڇا بلا آ؟

هوا هم جليسن سان گانا بجانا!
صبح شام، لب تي خوشي جا ترانا!

هيس بي خبر، عشق و الفت کان بلڪل.
جهان جي حسينن جي عادت کان بلڪل.
رهيس دور همدم، محبت کان بلڪل.
رقيبن جي هردم رقابت کان بلڪل.

صبح سنجهہ ساٿين سان ”اڪ ٻوٽ“ رانديون.
مٺي ننڊ راتين جي ٻانهون سيرانديون.

نہ ڪا انتظاري نہ ڪا بيقراري.
نہ جاڳان ڪجي ڪين اختر شماري.
پرڻ سرد آهون، ڪرڻ آه و زاري،
مزي سان ٿي زندگي مون گذاري.

خوشي جا ڏهاڙا! مسرت جون راتيون!
نہ ڪو دل ۾ ڪينو؛ عداوت نہ ڪاتيون!





# ”جواني“

جواني اچڻ سان، عجب رنگ لاتو.
ٿيو روح ڪنهن سان ملڻ لاءِ آتو.
اچي دل ۾، ڪنهن دلربا پير پاتو.
ڪنهن سنگدل سان، لڳو نينهن ناتو.

ويا ياد وسري، خوشيءَ جا ترانا.
ٿيا خواب، سڀ هم جليسن جا گانا.

اچانڪ ٿيو دل ۾ طوفان پيدا.
خوشي جي جڳهہ رنج وحرمان پيدا.
عجب انتظاري ۽ ارمان پيدا.
ٿيا بيقراري جا سامان پيدا.

اسان ۾ جدائي جون ريتون ۽ دانهون.
صبح شام آه و فغان سرد آهون.

جنهين بيوفا لاءِ گهر مون لٽايو.
انهيءَ سنگدل ڪين ناتو نڀايو.
مون پنهنجي هٿن سان سڀ ڪجهہ وڃايو.
ڏکئي وقت سو پيءِ مگر ڪم نه آيو.

ڇڏي ويو اچانڪ ڪري بيوفائي.
ڏيئي ويو اچانڪ سو درد ـ جدائي.





## ”جوانيءَ کان پوءِ“

نہ ارمان دل ۾ نڪا آرزو آ
نہ عشق و محبت سندي گفتگو آ
نہ ڪنهن بيوفا جي هينئر جستجو آ
نڪي دل جي اندر وري خوبرو آ

شراب ـ محبت جو شيشو آ خالي !
سڄي گهر جو ڪوئي نہ وارث نہ والي .

نہ ڪنهن سان واعدو نہ ڪا بيقراري .
ڪجي هاڻ ڪنهن لاءِ اختر شماري ؟
نہ دانهون نہ آهون نہ فرياد زاري .
شب و روز آهي عبادت گذاري !

پچي ڏند پيا، هاڻ ڇا سان چباڙيون ؟
ندامت جا ڳوڙها تہ شب روز ڳاڙهيون !

ڪٿي همنشينن جا گانا بجانا !
ويا ياد وسري خوشيءَ جا ترانا !
عياشيءَ ۾ خالي ڪيا سون خزانا !
پيون ٿا جڏهن ياد سپنا سهانا !

ڀري سرد آهون تہ ڳوڙها وهايان .
هميشه گدائي تہ هي شعر ڳايان .

عجب چيز هئي نئو جواني لٽائيم .
جواني جي صدقي جواني لٽائيم .



# ”حادثہ - ڪربلا“

(١٩٥٠ع)

محرم ڏيکهه هجري، قيامت جي تمازت آ!
عرب ۾ سخت گرمي آ، تپش آهي، قيامت آ!
بنا پاڻي جيئڻ پل پل، مصيبت ۽ هلاڪت آ!
بيابانن جو هر ذرو جهنم جي علامت آ!

زمين - سرخ تي ٽانڊن جو گويا آهه وسڪارو.
سبق آموز - جرئت، حادثو آ ڪربلا وارو!

بلا جي آه حدت، آه طوفان سخت ڪربل ۾.
لهي ٿو، مختصر هڪ قافلو، ان وقت ڪربل ۾.
زمين - خشڪ جو جاڳيو اتي ٿو بخت ڪربل ۾.
رسول الله جو ناموس آهي دشت ڪربل ۾!

ڇڏي ٿو درس دنيا لاء، جو صبر و رضا وارو.
سبق آموز - جرئت، حادثو آ ڪربلا وارو!

زمين - شام تي ابليس جي فرمانروائي آ.
مقابل حق پرستن جي يزيدين جي گهٽائي آ.
انهيءَ ڪان پي زياده ڇا اجان ڪا ٻي برائي آ؟
محمد جي نواسي سان باطل جي لڙائي آ!

ڇڏي ٿو جو سبق دنيا جي لئہ صدق و رضا وارو.
سبق آموز - جرئت، حادثو آ ڪربلا وارو!

باهتر آدمي ۽ لشڪر - جرار جي سامهون!
حسين - ابن - علي، باطل سندي تلوار جي سامهون!
پيمبر جا پيارا، تشنہ لب، ڪفار جي سامهون!
گلستان - نبي طوفان - آتش بار جي سامهون!

زمين خاموش آهي! آسمان سڪتي ۾ آ سارو!
سبق آموز - جرئت، حادثو آ ڪربلا وارو



مٿان دريا جي پهرو، سخت بيٺل آ ڪفارن جو.
صفان بستہ، هٿيارن ساڻ، لشڪر شهسوارن جو.
پيا سو ٿو لڇي، هر هڪ ٻچو ايمان وارن جو.
گلو آ خشڪ گرمي کان، پيمبر جي پيارن جو.
ڦڙي پاڻي جي لئي ترسي، نبي جو خاندان پيارو!
سبق آموز - جرئت، حادثو آ ڪربلا وارو.

جهڪيو هرگز مجاهد ڪين، پر بدڪار جي آڏو.
شهيد - حق هليو، ٿي بي خطر، ڪفار جي آڏو.
تري‌ء تي سر رکي، آيو هليو تلوار جي آڏو.
ڪيائين خم فقط سر پنهنجو هڪ غفار جي آڏو.
صداقت جي بلنديء لئي ڪيائين ڪين سر پيارو.
سبق آموز - جرئت، حادثو آ ڪربلا وارو.

حسيني - ابن - عليء جي هئيء عاليشان قرباني!
بشر جي زندگي جو ڪارنامون آھ لاثاني!
جهڪيو هرگز نہ باطل جي اڳيان، انصاف جو باني!
نشان ظالم جو ڪونهي ڪو، مگر مظلوم لافاني!
لڳي حق و صداقت جو، پيو هر سال ٿو نعرو.
سبق آموز - جرئت، حادثو آ ڪربلا وارو.

اٿو محنت ڪشو! مظلوم انسانو! اٿو ڪاهي.
موافق آهي پاڻي، ۽ هوا پڻ سازگار آهي.
اوهانجي عزم و همت جي اڳيان ڪنهنجي مجال آهي؟
هٿي نعرو حسيني، ڪوٽ ڏاڍن جا وجهو ڊاهي!
وجهو فوج - يزيدي ۾، وڃي چو طرف ڪان مارو
سبق آموز - جرئت، حادثو آ ڪربلا وارو



# خطا ڪهڙي ؟

( ١٩٥١ع )

زماني جي روش بدلي، چمن بدليو هوا بدلي .
عشاقن جي وفا ۽ مهه جبينن جي ادا بدلي .
گلن جو رنگ بدليو، بلبل ـ رنگين نوا بدلي .
مگر ظالم! نه تو پنهنجي اها خوئي ـ جفا بدلي .
"پلا محنت ڪشن تنهنجي ڪئي آهي خطا ڪهڙي ؟"

ڪري ڌرتي جو سينو صاف، هو جنت بنائن ٿا .
عجب ترتيب سان ٿا هي بنا واهڙ وهائن ٿا .
پگهر پنهنجو ڏيئي سر سبز هي پوکون پچائن ٿا .
ڏيئي خون ـ جگر، انبار ڪڻڪن جا اپائن ٿا .
"مگر تن کي مشقت جي ملي آهي جزا ڪهڙي ؟"

ٿڌ ۽ ڪوسي ۾ سهن ٿا ننگن ۾ هر پنهنجو هلائن ٿا .
اگهاڙا پاڻ آهن پر هو ننگن کي ڍڪائن ٿا .
بکون ڪاٽي زماني کي اهي روزي رسائن ٿا .
مگر افسوس! محنت جو ثمر هو ڪو نه کائن ٿا !
"خبر نا هي اميرن جي، غريبن ڪئي خطا ڪهڙي ؟"

تون پنهنجي ساڳي ۾ آه سمجهو غمگسار آهي .
پيو جي وقت ڪوتاهي ته هو ساٿي ۽ يار آهي .
مگر موڳا! اوهان کي خواب ـ غفلت جو خمار آهي .
جو تنهنجو خون چوسي ٿو! اهو جاگيردار آهي .
"رسايو زخم جنهن توکي، ڪندو تنهنجي دوا ڪهڙي؟"





حياتي قيد آهي هت، اجا فولا و آهن ۾!
سبق اخلاق سوزي جا، ملن ٿا درس گاهن ۾!
مقدس عصمتون وڪرو ٿين ٿيون شاهراهن ۾!
گنهگاري جو جلوو آ، مقدس خانقاهن ۾!
" اها جي ابتدا آهي، ته ٿيندي انتها ڪهڙي؟ "

سليقو آهه هت جاري اجادرپارداري جو!
اجا پيي بول بالا آهه هت، سرمايه داري جو!
نڪمون خون چوسي ٿو اجان مزدور وهاري جو!
ملي مزدور کي ڇا ٿو، عيوض خدمتگذاري جو!
" ڀلا محنت مشقت کي ملي ٿي هي سزا ڪهڙي؟ "

اٿو اي شاعرو هاڻي ادب کي زندگي بخشيو!
گلن کي رنگ بخشو ۽ چمن کي تازگي بخشو!
سڪل ٻوٽن، وڻن کي، ۽ ٻڻن کي زندگي بخشو!
۽ جيڪي خسته حال آهن انهن کي ڪا خوشي بخشو!
" اوهان کي ڪئي سخن جي سوکڙي قدرت عطا ڪهڙي! "





Scanned with CamScanner

## " جمهور کي خطاب "

( ۱۹۵۱ع )

اٿي اڄ قافلي جو ڪو نئون منهندار پيدا ڪر!
رسائي جو سرِ منزل اهو سالار پيدا ڪر!

خدائي پاڪ بخشيو آهه پاڪستان پاڪن کي!
عدل صالح هجي جنهن جو، اهو سردار پيدا ڪر!

هوا بدلي زماني جي مگر تهنجي نه خو بدلي!
دلِ پر آرزو ۾ ديدهءِ بيدار پيدا ڪر!

زليخائون سندءِ جنسِ محبت تي سوين مرنديون!
جمالِ يوسفي ۾ مصر جي بازار پيدا ڪر!

معطر شمهءِ پنهنجي سان ڪر ساري زماني کي!
سوادِ سنڌ ۾ تون آهوءِ تاتار پيدا ڪر!

اهي رنگ و نسب وارا صنم في النار ٿي ويندا!
مساوات و اخوت جو علمبردار پيدا ڪر!

نه جهڪ هرگز ڪنهين پي ظالم و جابر جي چائٺ تي!
حسين ابنِ علي جو پاڻ ۾ ڪردار پيدا ڪر!

حياتِ جاودان چاهين ته مٿان قائدِ ملت
فدائي قوم ٿي ۽ جذبهءِ ايثار پيدا ڪر!

هزارين، برڪتن جون بارشون ٿينديون گلستان تي!
جمالِ آدميت جو، فقط جنسار پيدا ڪر!

خدايا! زندگي جمهور جي جنسي جهنم آ!
غريب و غمزده جو اڄ ڪوئي غمخوار پيدا ڪر!

**گدائي** خونِ دل سان تون چمن جي آبياري ڪر!
وطن جي گوشي گوشي ۾ گل و گلزار پيدا ڪر!





## "ملڪ جو معمار"

(١٩٥١ع)

جهالت ۾ غربت ۾ هردم رهي جو،
سڄو سال سانده ڏکن جيان وهي جو،
ٿڌي خواه ڪوسي صعوبت سهي جو،
بکئي پيٽ هردم وهي ۽ ڳهي جو،
اهو ملڪ پنهنجي جو معمار آهي.
اهو ديس پنهنجي جو سينگار آهي.

سڄي عمر جيڪو پيسن لاءِ ڪمائي،
پين لاءِ محلات ماڙيون بنائي،
ڪلون ڪارخانا پين لئي هلائي،
پيو جو زماني کي روزي رسائي،
اهو ملڪ پنهنجي جو معمار آهي.
اهو ديس پنهنجي جو سينگار آهي.

وتي جو وڏيرن جي در تي وڪاڻو،
ڏکي انگ تي جو پراڻو سراڻو،
ميسر نه جنهنکي ڪا رلهي، وهاڻو،
جماعت ۾ ڪولي ٿي جنهنکي اياڻو،
اهو ملڪ پنهنجي جو معمار آهي.
اهو ديس پنهنجي جو سينگار آهي.

نه اٽو جنهين کي، نه اجهو ميسر،
نه ٻارن کي چولو، نه عورت کي چادر،
نه پنهنجي بدن تي لنگوٽي برابر،
نه ڪوسي ٿڌي ۾، ڪو پيرن ۾ پادر،
اهو ملڪ پنهنجي جو معمار آهي.
اهو ديس پنهنجي جو سينگار آهي.

سائيہ جا سور.

جنهين جند پنهنجي، ٻين لئہ گنوائي،
سڄي عمر ڪاڙي ڳڀهر جي ڪمائي،
جڙي ڪين جنهن وٽ، ڪڏهن ڪين پائي،
ڏئي خون جو ڏـو ٻين لئہ **گدائي**،
وساري جو تنهنکي خطاڪار آهي.
اهو ملڪ و ملت جو غدار آهي.

---



# * خبر پيي آهہ ڪا توکي؟ *

## (هاريءَ کي خطاب)

(١٩٥٢ع)

خبر پيي آهہ ڪا توکي تہ تنهنجو محنتي بازو،
زمين چيري، منجهائنس لعل ۽ گوهر آپائي ٿو؟

مقدس ڦار تنهنجي هر سند و دشت و بيابان کي،
عجب رنگين دلڪش باغ ۽ بستان بڻائي ٿو.

پچا تنهنجا بکون ڪاڻ، مرن سردي ۽ پاري ۾،
وڏيرو تنهنجي دولت تي، مگر رنڊيون نچائي ٿو.

اوهانجي ووٽ تي، پهچي وڃي ٿو هو وزارت تي!
هوا بندر ۽ بندر روڊ تي موجون مناڻي ٿو!

سندءِ لخت - جگر جا ڪوفتا ۽ قورما کائي،
سندءِ خون - جگر هو جيب پنهنجي ۾ جلائي ٿو.

نمڪ کائي ٿو صبح و شام، تنهنجو ئي ادا هاري!
تڏهن پيي سوُ ڏهن جا ڏنگ، هو توکي هڻائي ٿو!

اوهان جي قوت ۾ آهي، بقائي - زندگي ان جي!
اوهانکي پاڻ ۾ مقصد جي خاطر هو وڙهائي ٿو!

وڏيرن جو ڪراي دار ملا، روز جمع تي،
ڪري تقدير جو واعظ توکي آلو بڻائي ٿو!

چوي ٿو برڪتون الله جون آهن. وڏيرن تي،
حديثون شڪر جون ۽ صبر جون توکي پڏائي ٿو!

پڏائي کين ٿو نسخو، اوهان کي زندگي وارو!
فقط روزن نمازن جو سبق توکي پڙهائي ٿو!

خدا جي آه هي ڏرتي، مگر هي "پيرِ ملو"
انهيءَ جو پيٽ خاطر، مير کي مالڪ بنائي ٿو!

نہ لڳہ دشمن جي دلبي تي ذرا هوشيار ٿي ساٿي!
زمانو آه هي تنهنجو، اٿي بيدار ٿي ساٿي!





## * رحمت - پروردگار! *

(۱۹۵۲ع)

صدين کان زندگي آ امن لاءِ منتظر.
دنيا ۾ مگر جنگ ۽ جهيڙو فساد و شر.
بندن جي دانهن ڪوڪ سموري ٿي بي اثر.
شيطان جو نہ آهي ندامت کان هيٺ سر.
آيو نہ جوش رحمت - پروردگار کي!

پورهيو وجي ڏوڪائي تونگر غريب جو.
رڙڪي ٿو خون ماس هي تاجر غريب جو.
پرسان حال ڪين ڪو بيزر غريب جو.
رت پي ويو اگرچ ستمگر غريب جو.
آيو نہ جوش رحمت - پروردگار کي!

ڏيءَ ماءُ ڀيڻ جي هتي عصمت بزار ۾،
وڪرو ٿئي ٿي عام شرافت بزار ۾.
حق جي هلي ڏسو، تہ حڪومت بزار ۾،
شيطان کي ٿئي ٿي ندامت بزار ۾!
آيو نہ جوش رحمت - پروردگار کي!

لٽجن ٿيون هر گهڙي، هتي انمول عصمتون،
سرمايہ دار تي ٿيون وسن، روز رحمتون.
نادار لاءِ فاقہ ۽ فڪرات زحمتون.
مزدور سان اگرچ ٿين ٿيون عقوبتون،
آيو نہ جوش رحمت - پروردگار کي!

آئي مگر آ غيرت - مزدور جوش ۾.
بيهوش جو هيو اڳي، آيو آ هوش ۾.
هڪ بحر بيڪران اٿيو، جوش و خروش ۾.
زردار گار آه مگر نا و نوش ۾.

ساڻيھ جا سور.

چئلينج ٿو ڪري ھو خدائي قھار کي!

آيو نہ جوش رحمت - پروردگار کي!





## ”آڪ خوش نصيب دهقان“

(١٩٥٢ع)

آڪ خوش نصيب دهقان، آيو سندء زمانو!
ٽڪڙو ڦري رهيو آ، دنيا جو ڪارخانو،
هرهڪ زبان تي آهي اڄ تو سندو ترانو،
تنهنجي مصيبتن جو دنيا ۾ آ افسانو.

ابر - بهار بڻجي، دنيا تي ڇانئجي وڃ!
آڪ باوقار بڻجي، دنيا تي ڇانئجي وڃ!

سستي ڇڏي ڏي سادا، بيدار ٿي اٿي پئو.
فرعونيت جي سامهون، تلوار ٿي اٿي پئو.
غفلت ڇڏي ڏي غافل، هوشيار ٿي اٿي پئو.
هاري هڪل ڪري تون، حقدار ٿي اٿي پئو،

تنهنجو نصيب آهي دنيا سندي حڪومت.
آڪ دور ڪر جهان مان سرمايه داري لعنت.

تنهنجي مٿان نڪمن جو هي عتاب ڪيسين؟
سرمايه دارن جو تون، سهندين عذاب ڪيسين؟
تون دربدر جهان ۾، خانه - خراب ڪيسين؟
نادار وارو توکي، ملندو خطاب ڪيسين؟

اي بي خبر جهان جو آهين تون ”ان داتا“!
سلوار سوٽ سڀ ڪنهن تنهنجي پگھر جا پاتا.

ڪاوڙ ۾ جي اچين ۽ هر ڪين تون هلائين،
ڪلون ۽ ڪارخانه جي ڪين تون چلائين،
ريلون ۽ روڊ بنگلا جي ڪين تون ٺائين،
هي سڀ اجڙ زمينون جي ڪين تون وسائين،

هر خاص و عام جيڪر بک ۾ مري برابر!
سر سبز باغ - هستي ويران ٿي سراسر!

قبضي ۾ توکي آھي ڪيڏي نہ يار قدرت!
افسوس پر تـو پنھنجي سمجھي نہ آ حقيقت!
آھ، جا ڳہ اج دنيا کي، ڏيکار پنھنجي طاقت!
ھڪڙيءَ جھپٽ سان ھاري ڦيراءِ پنھنجي قسمت!
تنھنجي مٿان چريا ھي، غربت جو داغ ڪيسين!
رھندو مڪان تنھنجو، ھي بي چراغ ڪيسين!

ذلت ڪان جلد نڪري، آھ باوقار ٿي وڃ!
ھستي جي سرو ورق جو نقش و نگار ٿي وڃ!
گم نام ٿيءُ نہ نادان، آھ آشڪار ٿي وڃ!
امن و امان جي دنيا جو تاجدار ٿي وڃ!
پرزا ڪري ڀڃي ڇڏ، ھي ڪاسہ گدائي!
ساري جھان جي ھاڻي آھ ڪر تون رھنمائي!





## "غريب جي عيد"

(١٩٥٢ع)

خدايا توں دنيا جو داتار آهين!
جيارين يا مارين تہ مختيار آهين!
اڙين ۾ اڏينن جو آڌار آهين!
چون ٿا، ستر پوش ستار آهين!
تون ڄاڻين ٿو سڀ ڪجھ، ڇلي ڇا ٻڌايان؟
خوشيون عيد واريون، ڪٿان اچ ملهايان؟
نہ ٻچڙن کي چولو، نہ عورت کي چادر!
نہ پنهنجي بدن تي، لنگوٽي برابر!
نہ پٽڪو مٿي تي، نہ پيرن ۾ پادر!
سندم ڏوهہ ڪهڙو آ خلاق - اڪبر؟
تون ڄاڻين ٿو سڀ ڪجھ، ڇلي ڇا ٻڌايان؟
خوشيون عيد واريون، ڪٿان اچ ملهايان؟
گهرن ۾ اميرن جي کانا پچن ٿا.
حويلي ۾ خونچا، اچن ۽ وڃن ٿا.
ننڍا ۽ وڏا سڀ، خوشي ۾ نچن ٿا.
ڏسي بار پنهنجا، مونکي وٽ پون ٿا.
تون ڄاڻين ٿو سڀ ڪجھ، ڇلي ڇا ٻڌايان؟
خوشون عيد واريون، ڪٿان اچ ملهايان؟
ڪيا مون سجو سال، پورهيا ڪمايون.
۽ آيو ٿي ڪمدار، پادر پسايون.
اميرن جي ڪتن بہ کاڌيون ملايون.
پلئہ ڪين پنهنجي، پيون چارهايون.
تون ڄاڻين ٿو سڀ ڪجھ، ڇلي ڇا ٻڌايان؟
خوشيون عيد واريون، ڪٿان اچ ملهايان؟

اوھانجا عجيب راز باريڪ يا رب!
تون رزاق سڀ جو، اھو ليڪ يا رب!
رھين ٿو جي شھرگہ جي نزديڪ يا رب!
تہ منھنجي دنيا، چو آ تاريڪ يا رب؟

ڪڏھن ڪا خوشين جي بہ تمھيد ٿيندي؟
اسان جي بہ يا رب ڪڏھن عيد ٿيندي؟





# * چناءُ هاريءَ کي *

(۱۹۵۲ع)

(اليڪشن جي موقعي تي لکيو ويو)

وري مند آئي، خبردار هاري!
ڪٺي جار نڪتا، پراڻا شڪاري!
سنڌ ووٽ جا هي، بکيا ۽ بکاري!
ڪندا تنهنجي ڪچلڻ جي پوري تياري!
سمهڻ توکي سک سان ڪڏهن ڪين ڏيندا،
اهي تنهنجا ووٽ پي وڃائي چڏيندا.

ڪرايه جا "ملا" ۽ پاڙي جا ٽٽو،
اميري ۽ سرمايه داريءَ جا لٽو،
سوين پير مرشد نڪما نکٽو،
وڏيرن جي در جا سوين دال چٽو،
سمهڻ توکي سک سان ڪڏهن ڪين ڏيندا،
اهي تنهنجا ووٽ پي، وڃائي چڏيندا.

دوباره جي دوکي ۾ نادان ٿيندين،
خواري ۽ ذلت ۾ حيران ٿيندين،
اڃا پي زياده پريشان ٿيندين،
وري ووٽ ڏيئي پشيمان ٿيندين،
سمهڻ توکي سک سان ڪڏهن ڪين ڏيندا،
اهي تنهنجا ووٽ پي وڃائي چڏيندا.

اٿيئي وقت هاڻي، جي هوشيار ٿيندين،
۽ خطري کان ساڻي، خبردار ٿيندين،
جي خود ووٽ پنهنجي جو مختار ٿيندين،
يقينن حڪومت جو حقدار ٿيندين،

ساڻيھ جا سور،

ڏيئي ووٽ پنھنجن کي، ڪر بادشاھي،
وگرنہ قريب آھ سائي! تباھي.





# * خبردار هاري *

(۱۹۵۲ع)

(اليڪشن ڪان متاثر ٿي لکيو ويو)

ورهين بعد تو وٽ وري يار آيا!
اَگهاڙن بکين جا ڪٺي بار آيا!
ڪٺي سبز نوٽن جا انبار آيا!
ڏتارڻ وري توکي زردار آيا!

خبردار هاري! جو پوتار آيا!
پراڻا شڪاري ڪٺي چار آيا!

ڪيو ميمبري اڄ، اميرن کي آتو!
اُنهن، جن نه تو وٽ، ڪڏهن پير پاتو!
ورهين بعد توکي، وري تن سڃاتو!
ڪرڻ توسان، وونن جو واپار آيا!

خبردار هاري! جو پوتار آيا!
پراڻا شڪاري ڪٺي چار آيا!

آهي جن اوهانکي ڏکي جان وهايو،
آهي خون جن آ، اوهانجو سڪايو،
آهي جن اوهانکي آ، جاهل بنايو،
آهي اڄ اوهانجا ٿي غمخوار آيا!





خبردار هاري! جو پوتار آيا!
پراڻا شڪاري ڪٺي چار آيا!

تڪبر جا پتلا، تواضع کان عاري،
نظام - ڪهن جا، پراڻا مداري،
ڪري تنهنجي ڪچلڻ جي، پوري تياري،
وري تو ... ي مارڻ لئه، سڪار آيا!

ساڻيھ جا سور.

خبردار هاري! جو پوتار آيا !
پراڻا شڪاري ڪٺي چار آيا !

ڏٺا جن ڏنا ها، وفادار ٿيندا.
سدا سور پائي ۽ غمخوار ٿيندا.
غريبن جا همدرد ۽ يار ٿيندا.
ڦري سي غريبن جا غدار آيا.

خبردار هاري! جو پوتار آيا !
پراڻا شڪاري ڪٺي چار آيا !

وٺي پير مرشد ۽ قرآن آيا !
خريدڻ غريبن جو ايمان آيا !
بکين جي درن تي لنگهي خان آيا!
آگهاڙن جي پيرن تي پڳدار آيا!

خبردار هاري! جو پوتار آيا !
پراڻا شڪاري ڪٺي چار آيا !

ملن مولوين ساڻ، موٽر پرائي.
اٿيا ليگ وارو، هي ليبل لڳائي.
هنن گرم جهولن ۾ جيپون هلائي.
اچن ڪين ها، پر هي لاچار آيا.

خبردار هاري ! جو پوتار آيا !
پراڻا شڪاري ڪٺي چار آيا !

هٿي جن جي مشهور گردن فرازي،
ڪندا ٿا وٺن توکي آزي نيزاري،
خبردار موڳا! نہ اڄ هار بازي،
ڳڻ ووٽ توکان، هي عيار آيا،

خبردار هاري ! جو پوتار آيا !
پراڻا شڪاري ڪٺي چار آيا !



وڏيرن جي منت، خوشامد، نيازي،
۽ پيرن فقيرن جي، تقرير بازي،
سموري سياسي، اٿئي چالبازي!
اگي ڀال کھڙا آنھن ھا ڀلايا؟

خبردار هاري! جو ڀوتار آيا!
پراڻا شڪاري ڪٿي چار آيا!



اڳي آزمايل ھي، ڪوڙا قرآني.
آنھن ڪان اڳي ٻي، ٻڌءِ لن تراني.
ڪسي آ اوھان ڪان آنھن ئي ته ماني.
ٻڌي اڄ جي هاري جا حقدار آيا!

خبردار هاري! جو ڀوتار آيا!
پراڻا شڪاري ڪٿي چار آيا!

گدائي جي گفتن تي ويچار ڪرتون!
ڀلائن ۽ ڀڻسن تي هرگز نه مرتون!
جو پيرن ڪان پيرن جو وڏندين نه ڦرتون!
وڃائج نه اڄ ووٽ پنھنجا اجايا،

خبردار هاري! جو ڀوتار آيا!
پراڻا شڪاري ڪٿي چار آيا!

# * ڪنهنجي بدولت *

(١٩٥٢ع)

بيابان گلزار، ڪنهن جي بدولت؟
هي منڊيون ۽ واپار، ڪنهن جي بدولت؟
اناجن جا انبار، ڪنهن جي بدولت؟
هي پوتار، سردار ڪنهن جي بدولت؟
پگهر آه مزدور هاريءَ جو سارو.
حقيت ڪان جو بيخبر آه يارو.

وزارت ۽ سرڪار، ڪنهن جي بدولت؟
ڪرائو ۽ ڪمدار ڪنهن جي بدولت؟
هي طره ۽ دستار ڪنهن جي بدولت؟
سدا گرم بازار، ڪنهن جي بدولت؟
پگهر آه مزدور هاريءَ جو سارو.
حقيقت ڪان جو بيخبر آه يارو.

هي ڪيمخواب - ريشم ۽ اطلس جا بستر،
هي گهوڙا ۽ ٽانگا، هي جيپون ۽ موٽر،
نڪما درن تي، هي نوڪر ۽ چاڪر،
وڏيرن کي ڪنهن جي بدولت ميسر؟
پگهر آه مزدور هاريءَ جو سارو.
حقيقت ڪان جو بيخبر آه يارو.

گهرن ۾ اميرن جي، هر شب ڏياريون،
سندن تيز رفتار، جيپون ۽ لاريون،
گرم چاءِ، بسڪيٽ، بنگلا، بخاريون،
بدولت هي ڪنهن جي، برن ۾ بهاريون،



پگهر آہ مزدور هاريءَ جو سارو ۔
حقيقت کان جو بيخبر آہ يارو ۔

فلڪ بوس ماڙيون ، ڪشادا هي ايوان !
گلن ۽ ڦلن سان سنواريل ، گلستان !
ڪلب ، ناچ گهر ۾ ڪنواريون هي رقصان !
وڏي پيٽ وارا ، هي فرعون و هامان !

پگهر آہ مزدور هاريءَ جو سارو ۔
حقيقت کان جو بيخبر آہ يارو ۔

هي ڏي وٺ ، هي لا پا ۽ رشوت رسايون !
وڏيرن جا ديرن ۾ ، حصا بٽايون ،
نڪما مزورن جون ڪائن ڪمايون ،
اميرن جي آڪڙ ، تڪبر ، وڏايون ،

پگهر آہ مزدور هاريءَ جو سارو ۔
حقيقت کان جو بيخبر آہ يارو ۔

غريبن جون آهون ۽ فرياد ڪيسين ؟
هي پورهيت نياڻا ۽ ناشاد ڪيسين ؟
هي ڏاڍن جا هيٺن تي بيداد ڪيسين ؟
هي هاري ۽ مزدور برباد ڪيسين ؟

جڏهن هي حقيقت کان آگاہ ٿيندا ۔
وڏا انقلابات دنيا ۾ ايندا ۔





# * ڏوراپو *

(ھاريءَ جو بدرگاه ـ رب العزت)

(۱۹۵۲ع)

اوھان جو تہ ھر راز ھاريءَ سان ٺيڪ مولا!
تون رزاق سڀ جو، اھو ٺيڪ مولا!
جي آھين تون شھہ ـ رگ کان نزديڪ مولا؟
تہ منھنجي دنيا ڇو آ، تاريڪ مولا؟

عياشيءَ جا اڏا نوابن جي دنيا!
۽ پنھنجي ڏکن ۽ عذابن جي دنيا!

اھي مال املاڪ ماڙين جا والي!
بکيو مان ۽ ٻچا گھر نصيبن کان خالي!
انھن آھ دنيا جي دولت سنڀالي!
مقدر ۾ پنھنجي فقط پائمالي!

وڏيرن جا ڪتا ڪبابن تي ٺھڪن!
مگر ٻار منھنجا گرھ لاءِ ترسن!

اھي شان و شوڪت خطابن تي راضي.
خوشامد جي خاصن جوابن تي راضي.
ڪلب، ناچ گانن، شرابن تي راضي.
۽ منھنجي جگر جي ڪبابن تي راضي.

اجا عدل و انصاف ۾ دير ڇو آ؟
ڀلا تنھنجي دنيا ۾ انڌير ڇو آ؟

فقط مون سان لاڳو ھي قانون سارا،
۽ جرم و سزا جا ھي مضمون سارا،
وڏيرا مصيبت کان مامون سارا،
بري ٿيا گناھن کان قارون سارا،



نصيبن ۾ ماني سڪي ۽ سڙي آ.
شرافت جي قيمت ملي هٿڪڙي آ!

او سرمايه دارن جا مشهور مولا!
ٽيس اڄ شڪايت تي مجبور مولا!
خزانه اميرن جا پرپور مولا!
مگر مان ته مانيءَ کان معذور مولا!

انهن لاءِ بڻايئه هي سنسار سارو!
ڪڏهن مونکي پڻ ڏيندين دنيا ۾ وارو!

دنيا ۾ غريبن جو فرياد ڪيسين؟
عياشيءَ جا اڏا هي آباد ڪيسين؟
خدائي ۾ تنهنجي هي بيداد ڪيسين؟
هي پورهيت نيا ڳا ۽ ناشاد ڪيسين؟

ڪڏهن غيرت - حق ۾ طوفان ايندو؟
ڪڏهن ظلم بيداد برباد ٿيندو؟





ساٿيھ جا سور.

## ★ ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ ★

(١٩٥٣ع)

گھڻجي مـــن دل جي بيتابي،

ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.

ڍل رات ائين گذري پنھنجي،

ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.

ڪرمات نہ منڙا، ڳالھيون ڪر.

دل ھلڪي ٿيندي، ڳالھين سان.

سڀ دل جا بار لھي ويندا.

ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.

ٻيءِ وار ملڻ مشڪل ڏاڍو،

وچ ڪين، گھڙي ڪن ويھ سچڻ.

ڏس چاڻ اجھو ھوءِ پرہ ڦٽي،

ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.

سنسار جي دڪہ جي ڳالھہ نہ ڪر،

ھيءَ رات، اسان جي پنھنجي آہ.

تقدير ڀـري پرڪي ويندي.

ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.

ھي زور و ستم جي اونداھي،

مھمان اٿئي ھڪ ساعت جي.

ڏس امن جي آھي باڪہ ڦٽي!

ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.

ڏس تخت ڪريا! ڏس تاج لٿا!

ڪھرام مــتــا محلاتـــن ۾!

جمھور جـي قسمت آ جا ڳي،

ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.



ڏس چين اٿيو، ڏس روس اٿيو!
ٽيونس ۽ ملايا، موراڪو!
ايران، ٻہ آرس آهہ ٻکي!
ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.
انسان جي عظمت جي آڏو!
ايورسٽ، هماليہ شرمندا!
ڪنهن جي ٻہ نہ هٽڙي دال ڳري،
ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.
جمهور جي طوفان جي سامهون،
جو آيو سو آڏري ويندو،
هٽلر جي نشاني ڪا نہ ملي!
ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.
ڏس امن جي فوجن آهہ ڪئي،
يلغار، امن جي دشمن تي،
هي فتح و ظفر جي آهہ گهڙي.
ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.
انسان جي عظمت جي سامهون،
آڪاش ۽ ڌرتي ويچارا.
انسان جي عظمت لافاني!
ڪجھ پنھنجي ٻہ چئو، ڪجھ منھنجي ٻہ سڻ.







ساڻيھ جا سور.

# * وڏيري جي هيئت *

(١٩٥٣ع)

وڏيري جي هيئت ۽ آهي نرالي!
تمنچو ڳچيءَ ۾، ڪلهن ۾ دونالي!



ڪري حاڪمن جي سدا جي حضوري.
ڏئي ڪين ڪڙمي کي ماني ۽ پوري.
ڪري ڪونہ پورهيو، نہ محنت مزوري.
مگر کائي زردا ۽ حلوا ۽ چوري.

وڏيري جي هيئت ۽ آهي نرالي!
تمنچو ڳچيءَ ۾، ڪلهن ۾ دونالي!

نڪمو سچو ڏينهن موٽر ڊڪائي.
سچو ڏينهن سٽڪن جي چائي ٿو ٻائي،
ڪمائي غريبن جي هردم اڏائي،
ڪري ٿو هڙپ، جيڪي ڪڙمي ڪمائي،

وڏيري جي هيئت ۽ آهي نرالي!
تمنچو ڳچيءَ ۾، ڪلهن ۾ دونالي!

وڏيري جي هيءَ پڻ اٿو هڪ نشاني،
صبح ساڻ کائي، مکڻ، چانهہ ماني،
۽ پهرن جو کائي، پلاءُ ۽ برياني،
پيئي. رات جو هو، مئي ارغواني،

وڏيري جي هيئت ۽ آهي نرالي!
تمنچو ڳچيءَ ۾، ڪلهن ۾ دونالي!

نڪ هو صبح شام، هاريءَ جو کائي،
بدن تي هو ڪپڙا ۽ ڪڙمي جا پائي،

ساڻيهہ جا سورھ

مگر ڪيس شب روز، بيگر وهائي.
وري ڪيس هڪ سوڏهن ۾ اڙائي.

وڏيري جي هئيت ٻہ آهي نرالي!
تمنچو ڳچيءَ ۾، ڪلهن ۾ دونالي!

ڪچهري ۾، ڌاڙو ۽ پڙوا رهائي.
اڪاڙن ۾ ڪتا ۽ سوئر وڙهائي.
شب و روز چڪلن ۾ ڪڃريون نچائي.
ڪمائي غريبن جي هردم لٽائي.

وڏيري جي هئيت ٻہ آهي نرالي!
تمنچو ڳچيءَ ۾، ڪلهن ۾ دونالي!

ڪري ووٽ خاطر، سوين پير پاڙي.
مگر هونءَ اچي ڪين هاريءَ جي پاڙي.
اليڪشن جا واعدا، اصل ڪونہ پاڙي.
وٺي ميڙ چونڊن ۾ تڏا لتاڙي.

وڏيري جي هئيت ٻہ آهي نرالي!
تمنچو ڳچيءَ ۾، ڪلهن ۾ دونالي!

وڏي پيٽ وارو، هي نمرود ثاني.
هلي جنهن جي ڳوٺن اندر حڪمراني.
اکين تي آ چشمو ۽ سوني ڪماني.
بندوقن جي پاڇي ۾ ڪائي ٿو ماني.

وڏيرن جي هئيت ٻہ آهي نرالي!
تمنچو ڳچيءَ ۾ ڪلهن ۾ دونالي!

خدايا! وڏيرن جو بيداد ڪيسين؟
ڪسانن جون ڪيهون ۽ فرياد ڪيسين؟
ڪمائي غريبن جي برباد ڪيسين؟
هي پورهيت نياڻا ۽ ناشاد ڪيسين؟

اچي ٿو غريبن ۾ شان - جلالي!
مزورن هٿوڙو ۽ ڏاٽي سنڀالي!

ساٿيءَ جا سور،

افق تي هو ڪاڙهو شرارو ٿو ڏسجي!
ستايل دنيا جو سهارو ٿو ڏسجي!
اُميدن جو اوڏو ڪنارو، ٿو ڏسجي!
اجهو هو صبح جو "ستارو" ٿو ڏسجي!
ڦٽي ٿي پره امن و انصاف واري!
عوامي صفن منجهه آهي تياري!

گدائي تشدد جا سامان، نہ رهندا.
نہ رهندا، هي فرعون و هامان نہ رهندا.
هميشه نڪما هي شادان، نہ رهندا.
۽ مزدور، آتش بہ امان نہ رهندا.
اچي ٿو غريبن ۾، شان ـ جلالي!
مزورن هتوڙو ۽ ڏاٽي سنڀالي!





# —— ✻ يلغار ✻ ——

(١٩٥٤ع)

چو پگهر جي پورهئي تي هتڙي، ڦرمار لڳل چوڌاري آ؟
الله جي ڌرتي تي ساٿي! پئسي جي اجاره داري آ.
چو بخت نڪمي جو روشن، مزدور جي قسمت ڪاري آ؟
زردار وڏيرو موجن ۾، بيمار ۽ بي گهر هاري آ!
ڌن دولت تنهنجي تي ساٿي، اڄ چورن جو آکيرو آ!
اُٿ دور افق تي ٻاڪ ڦٽي، ڏس اڀريو لال سويرو آ!

هي منڊيون، بئنڪون، سئنيما ۽ شهرن جي هي چهل پهل،
هي مندر، مسجد مينارا، هي رنگ محل هي تاج محل،
سڀ خون پگهر تنهنجو ساٿي! سڀ تنهنجي محنت جو ڦل،
افسوس مگر ڪنهن نعمت تي اختيار نه توکي ڪو حاصل.
افسوس جو محنت تي تنهنجي رت چوسڻ جو واهيرو آ!
اُٿ دور افق تي ٻاڪ ڦٽي، ڏس اڀريو لال سويرو آ!

سرسبز جواريون، چٽا مٽر، شاداب ٻنيون هي ڪوهه و دمن
هي ڪڻڪ ۽ ٻاجهر جا داڻا، هي موتي موتي چمن چمن!
هي انب ۽ آما، آلوچا، هي ڦلواڙين ۾ سرو و سمن!
هي سنگ سٽا جي صبح جي اس ۾ موتين وانگر ٿا جرڪن!
انمول خزانن تي تنهنجي اڄ ڌاڙيلن جو گهيرو آ.
اُٿ دور افق تي ٻاڪ ڦٽي، ڏس اڀريو لال سويرو آ.

ڪر بند هميشه لاءِ هينئر تون پنهنجي اشڪ فشاني کي.
ڏيکار ڪو جوهر طاقت جو بيداد و ستم جي باني کي!
للڪار اٿي گجڪار ڪري، نمرود ۽ هامان ثاني کي!
ڇڏ جيئرو ڪين ڪٿي ساٿي! انسان جي دشمن جاني کي!
يلغار ڪري چڙهه ڪوٽن تي، جت ظلم وستم جو ديرو آ!
اُٿ دور افق تي ٻاڪ ڦٽي، ڏس اڀريو لال سويرو آ!

# * آزاديءَ جا انگور *

(١٩٥٦ع)

آزاديءَ انگور ڪڍيا ڪهڙا ڏيھ ۾؟
ساعت هڪ نه سنبران. ماروئڙا مسرور.
ڏينهان ڏسن ڏوجهرا - راتين جو رنجور.
آيل اباڻن سندا، پل پل مون کي پور.
سنگهارن جا سور، سرتيون سليان ڪنهن سان؟

"آزادي" آئي، پر ماڳ نه موٽي مارئي.
سنگهارن جي سانت ۾، ڪانهي سرهائي.
اڄ به هيڻن سان هلن، ڏاڍا ڏاڍائي.
نڌڻڪن سان روز ڪن، عمر ارڏائي.
ـڪر سٽائي، ناهي ملڪ ملير ۾!

مارن جا مذڪور، آيل ڪريان ڪنهن سان؟
جيجل جو ڳيڙن جا، پل پل مون کي پور.
سدا ساڙن ساهه کي، سنگهارن جا سور.
مارو مصيبت ۾ چارئي پهر چور.
اکيون اباڻن جون، بکن کان بي نور!

آزاديءَ انگور، ڪڍيا ڏاڍا ڏيھ ۾.
آزاديءَ آندا سنيها سورن جا.
بکن بيمارين ڪيا ماروئڙا ماندا.
پل نه هڪ واندا، ڳپي جي ڳڻتيءَ کان!
آزاديءَ عجيب ڏکر آندو ڏيھ ۾.
ماروئڙن کي ماڳهين ماني ناهه نصيب.
ڏاڍن منجهه غريب، مانيءَ ڪارڻ ملڪ ۾!



آزاديءَ جي آگ ساڙي وئي سانيھ کي!
ٻکن بيمارين ڪيو، ماروئڙن ۾ ماڳ۔
ماروئڙا مليرءِ ۾، سکن ڪارڻ ساڳ۔
ڏاڍائي، ڏھا ڳھ، ڏاج مليو آ ڏيھ کي!





## ★ روداد ـ چمن ★

(۱۹۰۴ع)

(سابق سنڌ حڪومت جي ڊپڙدونس ڪان متاثر ٿي لکيو ويو)

دوستو! اڄ دل ۾ پنھنجي انتھائي ـ درد آ.
سوز ڪان سينو سڙي ٿو، لب تي آھ ـ سرد آ.
امتحان جي باھہ ۾، اڄ ديس جو ھر فرد آ.
باھہ ھن مان جو بچي نڪتو تہ مانجھي مرد آ.

سچ وري نمرود جو آھي فروزان ٿي ويو!
ھمنشينو، زرد اڄ رنگ ـ گلستان ٿي ويو!

موسم ـ گل ۾ اچانڪ، ھيءَ ھوا ڪھڙي گھلي؟
ھر روش ويران ٿي، سنسان ٿي وئي ھرگلي!
حسن ـ گل ويو مارجي، ڪومائجي وئي ھرڪلي!
چئو طرف آھي نراسائي، اداسي، بي ڪلي!

مائل ـ بيداد ڇو ھي چرخ ـ گردان ٿي ويو؟
ھمنشينو! زرد اڄ رنگ ـ گلستان ٿي ويو!

اڄ فضا مسموم آ، افسرده آ سارو چمن!
بحر ـ غم ۾ غرق آھي، انجمن جي انجمن!
سھڻجي ويا ديس جا، سڀ ماھرين ـ علم و فن!
ٿي ويا خاموش، سڀ آتش نوا اھل ـ سخن!

جبر و استبداد ڪان، ھرگل ھراسان ٿي ويو!
ھمنشينو! زرد اڄ رنگ ـ گلستان ٿي ويو!

ديس ۾ اڄ دور ـ استبداد آھي چار سو.
خوش نوايان ـ چمن خطري سان آھن دوبدو!
نونھالان ـ وطن جي خاڪ ٿي ھر آرزو!
ملڪ جو معمار بي گھر ٿي بکيو آ ڪوبڪو!

جنھنجي ھٿ ۾ رزق آھي سو پريشان ٿي ويو!
ھمنشينو! زرد اڄ رنگ ـ گلستان ٿي ويو!



بزم جنھن ۾ ھئي خوشي سا رونق اغيار ٿي!
زندگي ڏاڍي ڪٺن ۽ باعث - آزار ٿي!
ديس وارا ديس پنھنجي ۾ ويا لاچار ٿي!
باغبان خود، باغ وڪڻڻ تي ويو تيار ٿي!
غير جي اھڙي روش تي آھ حيران ٿي ويو.
ھمنشينو! زرد اڄ رنگ - گلستان ٿي ويو!



عارضي ھن عيش خاطر تو ٺٽي ڪيڏو ڪلور
ظلم جي ليڪن، يقينا انتھا ٿيندي ضرور
بند ڪيسين ھي زبانون بيڪسن جون، بي قصور؟
ڪيستائين خود پرستي ۽ وڏائي تي غرور؟
ھن جھان اندر فنا، فرعون و ھامان ٿي ويو!
ھمنشينو! زرد اڄ رنگ - گلستان ٿي ويو!

ڏينھن پڻ جي دير آ، ايندي چمن اندر بھار!
لالہ و گل سان وطن جو باغ، ٿيندو لالہ زار!
ديس جو دھقان ٿي ويندو خوشي سان ھمڪنار!
گيت ھي پنھنجو گدائي ڳائيندو پوءِ بار بار!
لطف ايندو، ديس ھي جڏھن درخشان ٿي ويو.
۽ جڏھن سائو ڦري رنگ - گلستان ٿي ويو.

## ★ وقت جي رفتار جون ڳالهيون ★

(١٩٥٤ع)

(مصرع - طرح "همنشينو وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون"
تي پڙهيو ويو.)

رهبرن جي قول ۽ ڪردار جون ڳالهيون ڪريون.
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون.

ملڪ جي محنت ڪشن جي زندگي ٿي تلخ تر.
روز شب فڪرن ۾ غلطان تنگ ٿيو تن جو گذر.
سخت سردي ۾ اگهاڙا، بي اجهي ۽ دربدر.
لڄ لڪائڻ لاءِ جن کي ڪونہ ڪپڙي جو ٽڪر.
چونہ آن بي گهر، بکئي، بيمار جون ڳالهيون ڪريون.
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون.

زندگي جي نعمتن کان ملڪ جو مالڪ نراس!
پيٽ جي گهٽتڻ ڪيو مزدور کي خبط الحواس!
حيف، آزادي بہ آئي ڪين ويچاري کي راس!
ملڪ جو معمار! محروم - ثمر، مونجهو اداس!
اڄ ضرورت آه، آن نادار جون ڳالهيون ڪريون.
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون.

قوم جي دختر بڻي زينت انهيءَ بازار جي،
جت سڄاڻپ ناهہ پت جي بيءَ جي ۽ يار جي،
اوج تي بازار آ عورت سندي واپار جي،
لڄ وڪامي ٿي جتي، مجبور ۽ نادار جي،
جبر و فاقي جي انهيءَ لاچار جون ڳالهيون ڪريون.
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون.

مفلسي ماري وڃايو، ديس جو حسن و جمال.
بيڪسي سيني اندر ڪين ۾، منهن مٿي حزن و ملال.



نوجوانن جون اميدون ۽ ارادا پائمال.
اڄ ٻڻي آهي حياتي جان پنھنجي جو وبال.
ڇا اڃا پي ابروئي- خمدار جون ڳالهيون ڪريون.
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون.

هن گراني ڪي ڏسي لوڻ ٿي وڃي ڪانڀارجي.
جنھن گهڙي تصوير ٿي آڏو اچي گهر ٻار جي.
تار پرزا ٿي پوي ٿي خيال ۽ افڪار جي.
ڳالهه ٿي وسري وڃي ٿي وقت جي رفتار جي.
ڪهڙيون ڪهڙيون پنھنجي حال-زار جون ڳالهيون ڪريون!
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون.

جنگ بازن جي شرارت ڪان جهان خطري ۾ آهه.
ايشيا جي ارتقا، امن و امان خطري ۾ آهه.
هر ٻني، هر جهوپڙي، هر مڪان خطري ۾ آهه.
جوهر- عصمت سند و گوهر گران خطري ۾ آهه.
ڇا اڃا پي عارض و رخسار جون ڳالهيون ڪريون؟
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون!

جت هجي بندش حقيقت جي فقط اظهار تي،
۽ هجي قانون جو تالو لڳل گفتار تي،
حق گران گذري جتي هر سيٺ ۽ سردار تي،
هر سخن سمجهيو وڃي حملو جتي سرڪار تي،
ڪيئن اتي آزاديءِ- افڪار جون ڳالهيون ڪريون!
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون!

اڄ ڏسڻ ۾ تو اچي زردار ڪجهه ڪجهه بد حواس.
ٿي ويو پيدا، اميري ۾ به آ خوف و هراس.
ظلم جا اڏا ڏسڻ ۾ ٿا اچن ويران اداس.
ٿي اچھو جاگيرداري، همنشين! نابود و ناس.

هان، زمينداري جي حال - زار جون ڳالهيون ڪريون!
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون!
اڄ ضرورت آھ چيڙيون ان وساريل ساز کي.
زندگي بخشون وري جمهور جي آواز کي.
قوت - پرواز ڏيون تنھن غافل - پرواز کي.
خواب - غفلت کان اٿاريون ملڪ جي شهباز کي.
پوءِ پلي ھن ملڪ جي سينگار جون ڳالهيون ڪريون!
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون.
آھ ھن پنھنجي ذلالت لاءِ ذميوار ڪير؟
ٿوڪري ڪڙمي کي لنگهڻ تي پلا لاچار ڪير؟
۽ گدامن ۾ پري ٿو ان جا انبار ڪير؟
سچ ته چئو، ڪنھنجي ڪمائي جي مٿان آ بار ڪير؟
چا وڏيرن کي چئون؟ سرڪار جون ڳالهيون ڪريون!
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون!
ھو ڏسو با ڪون ڦٽيون، اوندا ھ مان اڀري سحر.
امن ۽ انصاف واري روشني آئي نظر.
جبر و استبداد ھت باقي اٿو ڪو پل پھر.
ھو ڏسو! جاڳيو، اٿيو، جمهور جو شير - ببر.
دوستو! جمهور جي للڪار جون ڳالهيون ڪريون.
همنشينو! وقت جي رفتار جون ڳالهيون ڪريون!





# ✱ آزاديءَ جو انعام ✱

( ١٩٥٣ )

آداسي ڇا ڇانئجي ويئي گلن تي گلستانن تي.
چمن جا خوش نوا خاموش آهن آشيانن تي.
نراسائي ۽ حسرت ڇو وسي ٿي بوستانن تي؟
فضا ۾ ڌنڌ ۽ گرد و غبار آ آسمانن تي؟
ڀلا آزادگي جو ڇا اهو انعام هو ساٿي؟

چمن سان دوستي جي ڇا سزا دارو رسن آهي؟
صداقت ۽ سچائي جو صلو رنج محن آهي؟
ڪبڪ ۽ مور قيدي، اوج تي زاغ و زغن آهي!
ٿيو آ موت ارزان، زندگي ٿي پئي ڪٺن آهي!
ڀلا آزادگي جو ڇا اهو انعام هو ساٿي؟

اميريءَ کي ڍڪڻ خاطر قبائي زرنگار آهي!
مگر چادر غريبيءَ جي ٽڪر ۾ تار تار آهي!
مساوات و اخوت جي ته ڏس ڪهڙي بهار آهي!
مري مزدور ويچارو، سکيو سرمايه دار آهي!
ڀلا آزادگي جو ڇا اهو انعام هو ساٿي؟

غريبيءَ جو املهه مانڪ هتي ارزان وڪامي ٿو!
هتي بيدين خاطر دين ۽ ايمان وڪامي ٿو!
وڏيرن جي خوشيءَ خاطر هتي قرآن وڪامي ٿو!
غرض چند سڪن تي هتي انسان وڪامي ٿو!
ڀلا آزادگي جو ڇا اهو انعام هو ساٿي؟

ٿيو آ خود پرستن جي حوالي بوستان پنهنجو.
جي ڪن برباد پنهنجو پاڻ ٿا اڄ آستان پنهنجو.
مٽايو ٿو وڃي اهڙي طرح نام و نشان پنهنجو.
نه رهندو داستانن ۾ به ڪٿهين، داستان پنهنجو.
ڀلا آزادگي جو ڇا اهو انعام هو ساٿي؟

چمن وارن ۾ پيدا ٿيو مگر احساس بيداري،
ڀلا ڪيسين هي خود غرضي، مٺي مادرسان مڪاري؟
فقط ڪرسيءَ جي لالچ ۾ عظيم الشان غداري؟
نڀايو ماءُ چنهن ترڪي انهيءَ سان هي وفاداري؟
ڀلا آزادگي جو ڇا اهو انعام هو ساٿي؟

ٿئي ٿي باک ڏس اهل - چمل بيدار ٿي ويندا!
وطن تي سر ڪٽائڻ لاءِ ڀي تيار ٿي ويندا!
ستم گارن جا قلعه ظلم جا مسمار ٿي ويندا!
وطن جا مٺ گهرا منٽن اندر في النار ٿي ويندا!
گهڙيءَ جي دير ۾ پنهنجو چمن آباد ٿي ويندو!
وطن دشمن جو منصوبو سڄو برباد ٿي ويندو!





# * بهار آيو *

(١٩٠٤ع)



[ ٧٧ ]

هي ڪهڙي رنگ ۾ پنهنجي چمن اندر بهار آيو؟
جو هر اهل - چمن روئندو ڇڏيندو، اشڪبار آيو!

عجب انداز سان آئي، چمن ۾ حور - آزادي.
جو هر هڪ گل گريبان چاڪ، ودامن تار تار آيو!

رڳو رنگين واعدن تي، ڪئي سون گهر جي بربادي.
فقط دلين دلاسن تي اسان کي اعتبار آيو.

خوشي؛ عيش و راحت سڀ، ميسر خاص ماڻهن کي،
مگر مزدور و هاريءَ کي، نه آهي ڪو قرار آيو.

ڀري اغيار چوٽو دم، اسان جي اڄ محبت جو؟
سوال اهڙو زبان تي آه پنهنجي بار بار آيو.

اسانکي جنهن مرن جي مت، نه سمجهو همنشين ڪڏهن،
تعجب آ، اهو ٿي اڄ، اسان جو غمگسار آيو!

وڏهن ٿا پيشوا ڏس، قوم جا مال - غنيمت تي،
غريبن کان ڇڄي ٿي ڪون، اهل - اختيار آيو!

نه ٿو ڏسجي ڪٿي اميد جو ڪو ترورو ساٿي!
وطن جي آسمانن تي، عجب گرد و غبار آيو.

وٺي پن ڇڙ جي موسم کي، چمن مان مدتون گذريون.
مگر ڪنهن خشڪ ٽاريءَ تي، نه آهي برگ و بار آيو.

مون سمجهو هو، وبودور - خزان اڄ پنهنجي گلشن مان،
مون چاتو هو، هميشه واسطي آهي بهار آيو.

ٻڌايو ڪير ذميوار آهن، هن گراني جا؟
سڻايو، ڪنهن جي صدقي ملڪ ۾ ايڏو ڏڪار آيو؟

ڪيو مجبور ڪنهن، عصمت فروشي لاءِ عورت کي؟
۽ ڪنهن جي دم قدم سان مئڪده ۾ ھي بهار آيو.
جو آيو تنهنجي صحبت ۾، اھو مدھوش ٿيو ساقي!
سندءِ محفل ڪان جو نڪتو تہ سر تا پا خمار آيو!
انهيءَ ڏينهن جي تصور ڪان گدائي دل ۾ آ دهڪو!
جڏهن جمهور جي سيني جي اندر ڪوا پار آيو!





# ❋ رهبر ڏانهن ❋

(١٩٥٤ع)

(آمريڪن اميرالبحر جي ڪراچي اچڻ ۽ دره - خيبر ڏسڻ ڪان متاثر ٿي لکيو ويو)

رهاڻي ڇڏ نه هئني، ڪو ستمگر امتحان باقي.
زمين تي جڻ رهي پنهنجو نه ڪجهه، نام و نشان باقي.

گلستان ۾ فقط هاڻي رهي آهي خزان باقي.
نه بلبل آ، نه مکڙي آ، نه گل ۽ باغبان باقي.

ستم جي باهه سان ڇڏ تون سڪائي، پاڻي دريا جو،
رهي جيئن ديس ۾ ڪٿ ڀي نڪو آب - روان باقي.

ٻهن جي باهه سان سر سبز کيتيون سڀ جلائي ڇڏ،
نه ڇڏ ڪنهن سر لڪائڻ لئه اجهو يا آشيان باقي.

سهاڳڻ جي مٿي جي سينڌ جي سرخي، ٻه ساڙي ڇڏ،
جواني جي امنگن جا مٽائي ڇڏ نشان باقي.

ڌيئن ڀيڻن جي عصمت پل وڪامي چند سڪن تي.
شرافت جو نه ڇڏ ڪاٿي، ستمگر ڪو نشان باقي؟

زبانون بند آهن بيڪسن جون خوف و دهشت ڪان،
ڪدي ڪو ٻڙڪ ڪين ٻاهر، ڪري ڪوڪين فغان باقي؟

ذڪر نا تا ۽ بيماريون جي هو مفهوم - آزادي،
نه ٻوءِ آزادگي خاطر، ڪلائيه جو جهان باقي؟

چڙهي آ سير تي پيڙي، فضا ئن ۾ غبار آهي.
نڪي آ ڪو بيدار، نه آهي باد بان باقي.

سلامت ڪيئن رسي ھي قافلو ھاڻي سر۔منزل،
نہ حال۔ بيڪسي ۾ آه مير۔ڪارروان باقي!

رقيبن سان رهائيون جي، رهيون ھي روزوشب تنهنجون،
نتيجو صاف آ ظاهر، نہ تون باقي نہ مان باقي؛





# * احوال وطن *

(١٩٥٣ع)

لڳي واءُ ڪهڙو وتو پنهنجي چمن ۾؟
لطافت رهي نا هه سوسن سمن ۾.
اچي خوف پيدا ٿيو آ گلن ۾.
هي سس پس آچاجي ڪنهن ٿي ڪنهن ۾؟
هي سڪتو وٺي ويو ڇو اهل - سخن کي؟
ڇڄين هم وطن تو چا منهنجي وطن کي؟

خزان پي ڪڏهن ڪان وٺي موڪلائي،
چمن تي مگر رنگ آيو نه هائي!
ستمگر ڇڏيئہ ڇـو گلن کي قتائي،
ڇڏيئہ باغبان اڄ وٺن کي وڃائي.
ڏنہ ٻسا هه پيد رد، سرو و سمن کي!
ڇڄين هم وطن تو چا منهنجي وطن کي؟

غريبن کي کائي ويو پيٽ جو غم.
صبح سنجھ، ڪپڙي ۽ ماني جو ماتم.
مٿان تن جي هردم زميندار ظالم.
رهي اهڙي حالت ۾ ڪيئن هوش و سالم.
ڇڄي ڪين پلجي ٻہ ٿوءِ ٻي ڪسن کي.
ڇڄين هم وطن تو چا منهنجي وطن کي؟

سڄو سال جي ڪن، مشقت ڪمايون.
پلئہ ڪين تن جي پون چار پايون.
اچن تن تي ڪمدار پادر پسايون.
نڪمن جا ڪتا ٻہ کائن ملايون!
ٽڪر پور ڪونهي، تہ محنت ڪشن کي!
ڇڄين هم وطن تو چا منهنجي وطن کي؟

گراني ڪان مزدور لاچار آهي.
حياتي ڪان هاري بيزار آهي.
وطن جو مصيبت ۾ معمار آهي.
ڪري دانهن جيڪو تہ غدار آهي!
لڳي سيڪڙي جو ٿو تالو لبن کي.
ٻچين هم وطن ڏو ڇا منهنجي وطن کي.

پريشان پورهيت ۽ بدحال آهي.
ٻنيءَ ۾ ڪوڙيءَ سند و ڪال آهي.
ڪيو چور بازار ڪنگال آهي.
جيا پو غريبن جو جنجال آهي.
ڪفن ئي ملي ڪونہ، سڪڻ سڄڻ کي.
ٻچين هم وطن ڏو، ڇا منهنجي وطن کي؟

فرنگي هٿن ۾ آ تقدير پنهنجي.
سلاسل ۾ قيدي آ تحرير پنهنجي.
گران گوش - نازڪ تي تقرير پنهنجي.
خبر نا هم ڪهڙي آ تقصير پنهنجي؟
خدا لڳ چوي ڪو تہ چاره گرن کي!
ٻچين هم وطن ڏو ڇا منهنجي وطن کي؟

اٿو شاعرو، اڄ ادب کي سنواريو!
ٻڌائي پلاري جي سنڌي جيارو!
ڏکي ديس وارن طرف ٻي نهاريو!
ڪري دانهن، چاره گرن کي پڪاريو!
وساريو ڪڏهن ٻي نہ محنت ڪشن کي!
ٻچين هم وطن ڏو ڇا منهنجي وطن کي!





# ❋ ساقي نامون ❋

(۱۹۵۴ع)

اٿي اڄ ته ڇلڪاءِ جام - سخن کي !
کڻي آءُ هاڻي شراب - ڪهن کي !

اڃن کي پيالا ڀري ڏي خدا را !
خدا را ڀري ڏي پيالا اڃن کي !

سنڌ ۾ مئي ڪده جو هجي خير ساقي !
لڳي واءُ ڪوسو نه هن انجمن کي !

پيارج اها مئي، جا بخشي حياتي،
شراب - ڪهن، جو اٿاري مٽن کي.

ڪري ناتوانن کي جيڪا توانا،
حياتي جو پيغام ڏئي بيڪسن کي.

ستمگار لاءِ، ٿئي نيا پو فنا جو،
ويهاري جا مخدوم سان خادمن کي.

مٽائي جا احساس محڪوميت جو،
ڏئي درس انصاف جو حاڪمن کي.

سٽائي نه جئن ڪو به، ڪنهن کي ستمگر،
ڇڏي ڇيڪ حاڪم نه ڪو رهزنن کي.

اگهاڙن بکين کي اٿو ۽ لٽو ڏئي،
اجهو آشيان جا ڏئي بي اجهن کي.

ڪسانن کي ڏردي جو مالڪ بڻائي،
ڏئي ديس جي واڳ محنت ڪشن کي.

نڪمن جو نالو ڦاد نيا ڪسان مٽائي،
ڪري نيست نابود جا ڪاهلن کي.



سائيهه جا سور.

لڳائي نہ تالو ڪو ڪنهن جي زبان تي،
ڏيهي سيفٽي ۾ نہ آلُن سگهن ڪي.

اليڪشن ۾ آڇي نہ ڪو نوٽ ساوا،
نہ آڻي ڪوئي مرشدن ۽ ملن کي.

نہ ڪوسيءَ ٿڌيءَ ۽ هٿي يا ٽٽيءَ ۾،
پڇاڻي نہ پوتـار ڪو موٽرن کي.

مساوات اسلام واري ڪٿي آ؟
پڇين هر وطن تو، ڇا منهنجي وطن کي؟





# پاڪستاني ٻارن جو گيت

(١٩٥٥ع)

اچو ته منڍو ملڪ وسايون!
پاڻ پڙهون ۽ ٻين کي پڙهايون!

تڙي ڪيون هن ديس مان اونده،
گهر گهر ۾ هڪ جوت جلايون.

ڪلهون هلائي وستي وستي،
ڪهڙو ناهيون، ننگ ڍڪايون.

ديس ڪري آباد سمورو،
ڪنڪ ڪپه ۽ جوئر اپايون.

ترڪ ڪري ڏاندن جي گاڏي،
موٽر ريل جهاز هلايون.

پاڪستان ڏنو جنهن پيارو،
گيت انهيءَ جا هردم ڳايون.





# ❋ انمول امانت ❋

(١٩٥٥ع)

آجو نہ هتي آهه، ڪو فاقي جي فڪر ڪان!
بيزار ٿيو آهه، پدر لخت ـ جگر ڪان!

هر عيش ۽ آرام، اميرن کي ميسر.
محروم سدا محنتي محنت جي ثمر ڪان.

ڏاڍي جي ڏسان چنبي ۾ هيٺي جي آ گردن.
خون خشڪ آ ڪمزور جو ڏاڍي جي ڏمر ڪان.

قانون جو چنبو ۾، غريبن تي مسلط!
بيخوف اميري، هتي هر خوف و خطر ڪان!

واسينگ وڏيرن جو، ٿيو ڪنڪ تي قابض.
هاريءَ جا ٻچا رد جوئر ڪان ۽ مٽر ڪان.

سڪن تي سدائي جتي انصاف، وڪامي،
ناداراتي ڪيئن بچي ظلم و جبر ڪان؟

سنجاب سمورن ۾ آ، ملبوس اميري!
محروم غريبي، هتي ڪپڙي جي ٽڪر ڪان.

لڄ قوم جي ٿي برسر ـ بازار وڪامي؟
ٿا نير ندامت جا وهن ديده ـ تر ڪان!

سود و سر ـ بازار انهيءَ جنس گران جو،
آهي تہ ڳجهو ڪين، حڪومت جي نظر ڪان؟

دوشيزه ـ ديهات جي انمول امانت!
افسوس نہ محفوظ، آ زردار جي زر ڪان!



# ايندي ڪڏهن بهار

(١٩٥٥ع)

مصرع طرح :— بلبل جي بند چو زبان فصل بهار ۾؟

گذري ويا ڏينهن، سال انهيءَ انتظار ۾،
ايندي! ڪڏهن بهار سندم ڪشت - زار ۾؟

فصل - بهار ۾ به چمن آ خــزان رسيد!
مکڙي ٽڙي نه گل به ڪنهن شاخسار ۾.

برباديءَ - چمن سندي روداد ڪي ڏسي،
دل جا ٽڪر لڙهي هليا ڳوڙهن جي تار ۾.

بلبل جا گيت اهڙي چمن ۾ ڪٿان اچن؟
صياد دام جنهن جي اڏي تار تار ۾.

تون ٿو چوين ته رات ڪي به روشني چوان!
ڪا ڳالهه ڪانه ٿي اچــي پر اعتبار ۾.

مون ڪان نه پڇ سوال، خدارا تون ئي ٻڌاءِ؟
بلبل جي بند چو زبـــان، فصل - بهار ۾؟

دور - خزان ۾ ها اگي ڀي چمن گل رڳو،
اڄ اضطراب آه مگر خـــار خـــار ۾!

محنت ڪشن جو حال ٿو ڪهڙو پڇين نديم؟
هڪڙو به خوش نه آه ڪو يارو هزار ۾؟

دهقان بـــد نصيب ڪي مانـــي نه آ نصيب.
سمجهو وڃي ٿــو اجنبي پنهنجي ديار ۾.

جت ٿي ڳري نه دال ڪنهن تيسمار جي،
پوروهيت غريب آ اتـــي ڪهڙي قطار ۾؟

هن ارض پاڪ جوا جا آئين پاڪ ناھ!
ملت جي ڏيءَ تي ٽئي وڪرو بازار ۾!

معمار ـ ملڪ خاڪ بسر، دربدر، خوار!
بي ڪار، عيش ٿو ڪري ھر وقت ڪار ۾•

ايوان عيش ۾ ٿا اچن هاڻ زلزلہ،
قدرت جي ديگ آئي آ شايد اُبار ۾.

ڪنهن خاڪسارڪي، تون حقارت سان ڪين ڏس!
شايد هجي سوار ڪوئي ان غبار ۾!





# ❁ گرد - کارواں ❁

(۱۹۵۵ء)

(مصرع - طرح "پتہ دیتی رہی اٹھ اٹھ کے گرد - کارواں
کیا کیا" پر لکھی گئی)

ہمارے دل پہ کیا گذری، بتائیں رازداں کیا کیا؟
خموشی ہی زباں سمجھو کریں شرح - بیاں کیا کیا؟

کبھی جو طور پہ آکر سر - موسیٰ پہ چمکی تھی.
اسی برق - تجلی نے جلائے آشیاں کیا کیا!

خبر کیا ہے کہ کتنی آنتیں آئینگی انساں پر؟
چھپی ہیں پردہ - گردوں کے اندر آندھیاں کیا کیا.

کبھی تو عرش والے دیکھ لے اپنے خرابے کو!
میرے دست و قلم نے کی یہاں گلکاریاں کیا کیا.

اجڑکر راکھ بن گئے سب تیرے آتے ہی آزادی!
بسائے تھے تصور میں نہ جانے بوستاں کیا کیا.

لٹا دیں عصمتیں، چھوڑے نشیمن سردئے لاکھوں.
خبر ہے؟ تیری کی ہیں ہم نے خاطرداریاں کیا کیا؟

وبائیں، بھوک، رشوت، چور بازاری و بیکاری!
ہمیں آزاد ہوتے ہی لگیں بیماریاں کیا کیا؟

امیر - کارواں کچھ ملک و ملت پر رحم فرما!
قیادت سے تیری ہم نے اٹھائے ہیں زیاں کیا کیا!

نظر آئیں کئی ویران نگاہیں، ان گنت لاشیں.
پتہ دیتی رہی اٹھ اٹھ کے گرد - کارواں کیا کیا.

ساگيهه جا سور.

ا... ...ا کي اور سيفٽي قانون ديکهے هيں.
...ے ...ور دکهلائيں ميري آزاديان کيا کيا؟

سکت آموز طول ـ داستان ـ درد هے ورنه،
ابهي ميرے سينے سے ابهي آتش فشان کيا کيا.





# * دولت جو نشو *

( ١٩٥٥ع )

مصرع طرح :-

"پر اٿو رند آهيان ميڪده خلد- برين آهي"

نشو دولت جو ۽ جادوئي چشم - سر مڪين آهي .
جو هر زردار هتڙي آسمانن جو مڪين آهي .

اڏائي آسمانن تي نڪارن کي پيو ناٿو ،
مگر مزدور مفلس ڏوڙ تي ڌرتي نشين آهي .

ڪکاين جهوپڙين جي چانو ۾ بيمار ۽ عريان ،
بکن ۾ پساهه ٽيندڙ زندگي اندوه گين آهي .

ڏسو جنهن کي ته افسرده ، ڏسو جنهن کي حزين آهي .
خبر نا هي ته آزادي ڪٿي خلوت گزين آهي ؟

اوهان جا ميڪده هوندا برابر آسمانن تي ،
اسان لئه آب سنڌو جو شراب وانگبين آهي .

نظام - ناروا ، دنيا ۾ آهي گند ڦهلايو ،
خداوندا ، وگرنه زندگي بيشڪ حسين آهي !

جنهين آدم کي لوڌي تو ڪڍيو فردوس کان ٻاهر ،
اهو معتوب تنهنجو خالق - خلد - زمين آهي .

ليئو پائي ته ڏس هي ڪارناما ابن آدم جا !
زمين کي جنهن بڻايو رشڪ - فردوس - برين آهي .

اجهو ڏس من جون باڪون ڦٽن ٿيون هاڻ مشرق کان .
اوهان پيي خوب جاڳو ٿا ، اسان کي پيي يقين آهي .

گدائي ظلم و استبداد جون پاڙون نٿيون پٽجن ؟
چوي ٿو مولوي "الله شهرگ کي قرين آهي"!



# وطن بيت الصنم آهي؛
# وطن بيت الحرم پنهنجو.

( ١٩٥٥ع )

اسان جي ديس جون واديون، سدا سرسبز ۽ شادان.
ٻير، پيريون، ڪجيون، ڪٻڙيون ڄڻ گويا باغ ۽ بستان.
ڪنڊيون، ڪرڙيون ۽ ڪانڊيرا اسان لئہ سنبل و ريحان.
ڳڻو ڳيرا ۽ پاپيها، ڪبوتر مور خوش الحان.
سدا معمور ڳيتن سان هجي باغ - ارم پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي - وطن بيت الحرم پنهنجو!

هميشه هيج سان جنهن ۾ ٽريجا ٽيون پيون ٽرڪن.
مکڻ ماکيءَ تي مارُئڙيون، متارن مور جان مرڪن.
چنيون جوليون سنگهارن جون ستارن جيئن سدا جرڪن.
سيہ واسينگ وارن جا سندن سينن مٿان سرڪن.
انهن جو عيش و غم سمجهون، سدائي عيش و غم پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي - وطن بيت الحرم پنهنجو!

ڪٿي ڪو دل جليو دلسوز الغوزه وڄائي ٿو.
ڪٿي چوپال ۾ ڪو هير - وارث شاهہ ڳائي ٿو.
تہ ڪو راويءَ ڪناري صاحبان مرزا سڻائي ٿو.
سچل سامي ۽ بيدل جا ڪوئي نغمہ ٻڌائي ٿو.
تہ ڪو سسئي جي بيتن ۾، سلي ٿو سوز و غم پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي - وطن بيت الحرم پنهنجو!

هتي سنڌو ۽ نهرن جي سدائي آبياري آ.
هتي هاريءَ جي همت سان ٻنين ۾ ٻي بهاري آ.
مٽر، ڪڻڪون، چڻا، جا نيا ۽ پٽسن، وون، ساري آ.
لطيفي لات جي جهر جهنگ ۾ جهونگار جاري آ.
ڏسي پوي ٿي ٻيهي ڪو نظارو صبح - دم پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي - وطن بيت الحرم پنهنجو!



مشرق پاڪ ۾ ٽئگور ۽ نذرل جو فسانو آ.
۽ مغرب ۾ پنائيءَ جي ثناءِ جو ترانو آ.
هڙاپا ۾ اگر صدين تهذيبي خزانو آ.
ته ڪٽ پنيور ۽ ڏيجي ۾ پراڻو آشيانو آ.
عيان آهي انهيءَ آثار مان جاه ۽ حشم پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي - وطن بيت الحرم پنهنجو!

اسان کي فخر آ تاريخ پنهنجي تي ثقافت تي.
دڙي موئن ۽ ٽيڪسيلا تمدن جي قدامت تي.
پنائيءَ گهوٽ ۽ اقبال جي شعري بلاغت تي.
۽ پنهنجي قوم جي ان آزادي ۽ شجاعت تي.
رهيو اونچو هزارين سال تهذيبي وطن پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي - وطن بيت الحرم پنهنجو!

وطن جي خاڪ سان آهي اسانجو عهد ۽ پيمان.
محبت ديس جي آهي اسانجو دين ۽ ايمان.
مجال آهي نظر بد سان نهاري ڪو ڪٿي شيطان.
مٿي ماٺهن جي منهن مان جي نوالو ڪنهن ڪسيو ندان.
حفاظت ۾ مٺي مادر جي ٽيندو سر قلم پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي - وطن بيت الحرم پنهنجو!

اسان تي فرض پاڪستان پنهنجي جي محبت آ.
انهيءَ خاڪ جو سرمون، ڪري پائڻ سعادت آ.
ٿئي دشمن جو ان جي خاڪ جو ان سان عداوت آ.
بغاوت جي ڪندو باغي ته پوءِ ان سان بغاوت آ.
ٿئي ساٿيهه تي صدقي سدائي شال دم پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي - وطن بيت الحرم پنهنجو!



# * امن جو پيغام *

(١٩٥٦ع)

(جيڪب آباد ۾ هندو مسلم ڪشيدگي کان متاثر ٿي لکيو ويو)

اسان جو ديس هو امن امان، انصاف جو گلشن،
ڪٿي نرگس نشي ۾ هئي، ته ڪٿ مستان هو سوسن!
ڪيو هڪ ٻئي تي هندو ۽ مسلمان صدقي جان و تن.
اسان جو راڄ هو پنهنجو، نڪو، هو راڄ انگريزن.
هيو هڪڙي طرف آواز جي "الله اڪبر" جو
ته ٻئي پاسي ٻڌو ٿي، سنک ٻولاٽ شنڪر جو

اسين هڪ ٻئي سان ڏک سک ۾ هواسون حال جا ڀائي.
اسان جي وٽ تي ڪڏهن نه هئي جهڳڙي سندي وائي.
فضا هن ديس ۾، نفرت سندي اصلي نه هئي آئي.
اهيءَ ايڪي جي صدقي سنڌ پنهنجي هئي سکي سائي.
خوشين جون پاڻ ۾ گڏجي، ملهايون ٿي اسان هوليون!
مگر افسوس! اڄ آهن نه سي هوليون نه ٻوليون!

نڪا هڪ ٻئي کان نفرت هئي، نڪا ڪا ٺوڪبازي هئي.
نه جهيڙو جهانگي تي هو، نڪا فتنه طرازي هئي.
نه ڪنهن مسجد ۽ مندر تي هلي تلوار بازي هئي.
مگر هر قوم پنهنجي ڌرم ۽ مذهب تي راضي هئي.
اسان جو پاڻ ۾ ميناج هو، الفت ۽ ايڪو هو،
نه هت باجي تي جهڳڙو هو، نڪو شڌي جو ليکو هو.

شريرن، شرپسندن ٻر هتي هڪ چڻنگ ٻاري آ.
شهرن ۾ آ بيچيني، دلين ۾ انتظاري آ.
هراس آ سيني چهرن تي، دلين تي خوف طاري آ.
جتي ڏس بي يقيني آ، جتي ڏس بيقراري آ.



شيرين جو هي منصوبو، مگر هٿ خاڪ ٿي ويندو،

اسان جو ديس نفرت ۽ دوئي کان پاڪ ٿي ويندو!

## چوٿو

سبق اسلام سيکاريو صداقت، پارسائي جو.
سچو قرآن خزانو آه، انساني ڀلائي جو.
محمد مصطفیٰ خود ٿيو مخالف هر برائي جو.
مسلمان آ اهو، جيڪو هلي رستو سچائي جو.

فساد ۽ جنگ کي قرآن، سڏي ٿو ڪار- شيطاني.
محبت ۾ نهان آهي فقط رمز- مسلماني.

خدا خود پاڻ رحمت ۽ محمد خود ۾ رحمت آ.
وجود- مرد مومن، هن جهان جي لاءِ راحت آ.
سدائي ان جي دل ۾ درد انسان جو ۽ الفت آ.
نه انجي دل ۾ ڪجهه ڪينو، نه ڪنهنجي لئه ڪدورت آ.

مسلمان آ اهو جو ڪين ڪنهنکي رنج پهچائي.
مسلمان آ اهو جو ڪين ڪنهنجي دل کي ايذائي.

اسان سيني کي ڪرڻي آهه، هن گهر جي نگهباني.
نه ڏينداسون شريرن کي ڪرڻ هٿ ڪار شيطاني.
شرارت ڪار- شيطاني، محبت آ مسلماني،
سبق ڏيئي ويو آهي، اهو اسلام جو باني.

نگهہل مرحوم جيان پاڙيسريءَ تي جان ڏينداسون.
وطن جي پاڻ جي عزت مٿان قربان ٿينداسون.

اسان جو ڀاءُ آ هندو، اسان جي ديس جو ڀائي.
انهن جا ننگ، نياڻيون، پنهنجون ڀينر، ماءُ، ڀاڄائي.
مسلمان ننگ پالينداڙ، مسلمان آهه سچائي.
مسلمانن جي سيني ۾ ڪدورت ۽ نڪا ٻائي.

مسلمان آ اهو ڪنجي مري، پاڙي جي عزت تي.
مسلمان ڪي هميشه نـاز آ، پنهنجي شرافت تي.



نوٽ:- مرحوم محمد ڪچيل درزي جيڪب آباد
هڪ هندو سيٺ هوتو مل سوناري کي مسلمان ڌاڙيلن کان
بچائيندي شهادت حاصل ڪئي هئي.





# ❋ بزم - انساني ❋

(١٩٥٦ع)

نظر جاڏي وڃي ٿي، هر طرف ظلمات طاري آ،
افق ۾ ٻاڪ جا اهڃاڻ ڪونهن، رات ڪاري آ،
ڏکي انسان جون دانهون ۽ ڇيخون آهه، زاري آ،
جتي ڏس آهه بي چيني، جتي ڏس بيقراري آ،
فقط ڪي چند ماڻهو خوش پيا ڏسجن هزارن ۾!

ڪٿي ڀي زندگي جي، ڪا حرارت ڪانه ٿي ڏسجي!
ٻڪن سان چور چهرن تي، ملاحت ڪانه ٿي ڏسجي!
ڪٿي ڀي حسن و رنگيني، نفاست ڪانه ٿي ڏسجي!
زمين ۽ آسمان تي ڀڻ لطافت ڪانه ٿي ڏسجي!
ڪشش ناهي رهي ڪا ماهه ۾ يا ماهه پارن ۾

هتي سڀ ڪجهه گران، پر خون - انساني جي ارزاني!
مشقت جي عيوض، مزدور کي پوري نه آماني!
عجب طرز - حڪومت آ، عجب رسم - جهانباني!
وٺي جيڪي ڪري گذري ڀلي بيداد جو باني!
مجال آهي جو شڪوه ڪو ڪري مرڳو اشارن ۾!

اسان سمجهو، ته پنهنجي ملڪ ۾ خوشحال ٿيندا سون.
دنيا ۽ دين جي دولت سان مالا مال ٿيندا سون.
گمان ڀي ڪونه، گذربو هو ته هيئن ڪنگال ٿيندا سون.
وطن ۾ بيوطن، بي گهر، بکيا، بدحال ٿيندا سون.
گداگر ٿي وڃي هر هنڌ پنندا سون قطارن ۾!

ڪڏهن هيءَ دل ۾ ڪنهن جي هجر ۾ رنجور هوندي هئي.
محبت مهه لقا جي ۾ سدا مخمور هوندي هئي.
جمال - حسن کان هي ڀي چراغ - طور هوندي هئي.
غم - دنيا کان بلڪل بيخبر ۽ دور هوندي هئي.
ڪڏهن پنهنجو ٻه نالو هو نڪمن ۽ لکارن ۾.

غم ـ جانان ۾ هر ء دل پي، ڪڏهن سرشار هئي ساٿي!
رڪيل پڻ منهنجي سيني تي سدا تلوار هئي ساٿي!
گريبان چاڪ ڇهاڙيون، ته دامن تار هئي ساٿي!
ڪڏهن محفل حسينن سان گل و گلزار هئي ساٿي!
غم ـ دوران مگر اچليو وڃي اڄ خار زارن ۾!

گهٽي تا ٿين مگر رهندي نه ڦقيري ۽ سلطاني!
ڀلا ڪيسين هي انسانن تي رهندو زور ـ ظ‌ماني؟
پڇي آرس اٿي ٿـو، همنشينو، عزم ـ انساني!
لکي بيداد ني رهندو، نکي بيداد جا باني!
ٿيو آ ٿـرٿلو پيدا، اچـي اڄ تاجدارن ۾!

رئيقوا ديـو ـ استبداد، چڪنا چور ڪرڻو آ!
نظام ـ نـاروا جو هر نشان ڪافور ڪرڻو آ!
شب ـ تاريڪ پنهنجي ڪي سراپا نور ڪرڻو آ!
مساوات و اخوت ملڪ جـو دستور ڪرڻو آ!
چتوڪولي چوان ٿو جي نه سمجهو استعمارن ۾.

شعور ـ آدمـي هاڻـي! نرالا رنگ لائيندو!
درياهن کي ڪندو قابو ۽ برساتيون وسائيندو!
وڃي اوج ـ ثـريا تي هوائـن کي هلائيندو!
جا جنت عرش تـي آهي اهـا هتڙي بنائيندو!
هلن ٿيون اوج ـ انساني جون سرگوشيون ستارن ۾!





# ❋ بهار ايندو ❋

(١٩٥٦ع)

اجهو موسم ڦري ساٿي، خزان ويندي بهار ايندو.
گجي گرندا پهاڙي ڪان، اجهو ابر بهار ايندو.
وڻن ۾ ٻور ايندا ۽ ٻور تي اختيار ايندو.
ڪلين ڪڙ ڏيون اميدن جون دلين کي ٻي قرار ايندو.
وڻن تي برگ و بار ايندو!
ٿرن تي ٿيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو.
بهار ايندو، قرار ايندو!

ڪري سينگار ساهيڙيون سهانا گيت ڳائينديون.
هٿن پيرن کي ميندي، سينڌ ۾ سندور لائينديون.
دلين جا راز رمزن ۽ اشارن ۾ ٻڌائينديون.
ڪري هڪ ٻئي کي ڪتڪايون کليو ٽهرڪلائينديون.
۽ جوڀن تي اُڀار ايندو!
ٿرن تي ٿيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو.
بهار ايندو، قرار ايندو!

دماما دهل شرنايون ملي ڌمچر مچائينديون.
ملي الهڙ جوانيون گيچ ڳنا خوب ڳائينديون.
دهل جي تال تي نچندي ملي تاڙيون وڄائينديون.
ڪنواريون گهوٽ سان چرچا ڪندي ميندي لڳائينديون.
ٻنو ڏسي شرمسار ايندو!
ٿرن تي ٿيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو.
بهار ايندو، قرار ايندو!

ڪراڙيون رات جو ويهي، جڳن جا راز کولينديون.
نڪن تي آڱريون نيئي، نرالا ٻول ٻولينديون.
قطارن ۾ ويهي جهڏيون، جوئان هڪبئي جون ڳولينديون.

### ساليهه جا سور.

جڏهن هو پنهنجي سهڻي تن سيم واسينگ کوليندئون.
تہ عاشق بيقرار ايندو!
ٽڙن ٿي ٽيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو!
بهار ايندو، قرار ايندو!

چمن ۾ مينهن پوندا ۽ ترايون تار ٿي ويندئون.
وطن جون واديون گلپوش ۽ گلزار ٿي ويندئون.
مليرا ٿيون مسرت سان مڙئي سرشار ٿي ويندئون.
ٿلهن رت ساڻ نوورنيون سڀئي گلنار ٿي ويندئون.
سمون خود سازگار ايندو!
ٽڙن ٿي ٽيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو.
بهار ايندو، قرار ايندو!

جوانيون اوت اولي ۾ سليندئون راز الفت جا.
ونڊيندا درد مڪ ٻئي سان ويهي دمساز الفت جا.
ڪندن ڪرڙن منجهان ايندا مٺا آواز الفت جا.
ليون لاٽيون سڀا ٽينديون گڏ گڏي ساز الفت جا.
مسرور بي اختيار ايندو!
ٽڙن ٿي ٽيندا وسڪارا سنگهارن ۾ سڪار ايندو!
بهار ايندو، قرار ايندو!





# پيغام رهبران قوم ڏانهن.

(١٩٥٦ع)

وڃي پيغام پهچايو اسان جو تاجدارن کي!
ته ٿاپا ۽ ڌڪا چوٽا ملن خدمت گذارن کي!

وطن وارا وطن ۾ بيڪس ولاچار ٿا ڏسجن.
بڻايو آه جن جنت وطن جي خارزارن کي!

ڪنن مان جن ڪڏي ڪشتي لڳائي هئي ڪناري سان.
اهي مانجهي نماڻا ٿي نهارن ٿا ڪنارن کي.

وطن مان رات اونداهي ته ٿي وئي ختم مدت کان.
مگر پوءِ بہ قرار آيو نه آهي بيقرارن کي!

سموريون نعمتون حصي ۾ آيون خود پرستن جي.
بکون فاقہ ۽ بيماريون، مليون طاعت گذارن کي!

مڙي ۾ چور بازاريا ۽ رشوت خور موجن ۾!
پريشان پيٽ جي فڪرن ڪيو پرهيزگارن کي.

سيني بد ديانت فڪر - فردا کان ٿيا فارغ!
وڻي امروز جي گهٽي، وڻي ايمانوارن کي!

مسلماني، مساوات و اخوت، ڇا اهائي هئي؟
مڙيو لولو ملي ٿو ڪونہ جو پنهنجي سنگهارن کي.

اسان جي خون ٿي آندي وطن ۾ حور - آزادي.
مگر انعام سڀ ان جا مليا سرمايہ دارن کي.

حديثن ۾ ٽيو آيو آه. "الڪاسب حبيب الله"
ملي ٿي چونہ مائي پوءِ پلا مولا جي پيارن کي؟

محبت پي نہ ڏهن سگهن، مجي جي پيٽ ۾ ماني.
بکيو بيمار ڇا سمجهي محبت جي اشارن کي؟



ڏبل سڏڪا، غريبن [illegible]، آهون ۽ بي چيني،
ڪڏهن طوفان بڻجي، ٿي ٻوڙيندا تاجدارن کي.

اکيون کوليو اسان جي ئي پگهر رت تي هاڻ وارا،
ٿيو هوشيار، سمجهو وقت جي مبهم اشارن کي.

زمين جو پيٽ چيري، جن ڪيا لعل و گوهر پيدا.
خدارا گهٽ نه ڄاڻو خود پرستو خاڪسارن کي!





# ❁ حسرتِ ـ بهار ❁

( ١٩٥٦ع )

نه سالن ۾ اسان جي لئه زمانو سازگار آيو.
نه پنهنجي خشڪ کيتيءَ تي ڪڏهن ابرِ ـ بهار آيو.

تڪينديون ٿي رهيون هر هر [illegible] آسمان ڏي،
مگر ساڻيهه پنهنجي ۾ نه ساڻن ڪان سڪار آيو.

مکين جان تي مري انسانيت هت پيٽ جي خاطر.
پڇڻ ڪنهن غمزده ڪان ڪو نه اهل ـ اختيار آيو.

سموريون آڱريون سڀ ڪ [illegible] ته پيٽ ۾ پنهنجي.
اسان جي رهنمائن ۾ عجب ڪو انتشار آيو.

سياري جي سوڙ سڀ ڪو ٻه ٽه پاڻ ڏي تاڻي.
ٿڌيءَ ڪوسيءَ نه ڪو ٻئي ڪنهين جو غمگسار آيو.

هوا همدرد ۽ خادم، مڙيئي پنهنجي مطلب جا.
ڏکيءَ ۾ ڪو، ڪم ڪنهن جي ڪوئي خدمتگار آيو.

جي آيو پي ته هي ڪهڙو اسان جي لئه بهار آيو؟
نڪا مکڙي ٽڙي ڪا ٿي نه گلشن تي نکار آيو!

ڪجهه اهڙي ڍنگ سان آئي اسان وٽ حورِ ـ آزادي.
جو هر اهل ـ وطن روئيندو، پٽيندو، اشڪبار آيو.

رهي آهي نه ساڃهه دوست ۽ دشمن سڃاڻڻ جي.
اکين ۾ بادهءِ ـ مغرب جو اهڙو ڪو خمار آيو.

ڏيون اڄ ڏوهه پنهنجو پاڻ کي، يا پيشوائن کي؟
سوال اهڙو زبان تي آه پنهنجي بار بار آيو.

خزان خود خنده زن آهي گدائي پنهنجي گلشن تي.
عجب انداز سان پنهنجي گلستان ۾ بهار آيو!

# * اڃا رات آهي *

(١٩٥٧ع)

اڃا رات آهي، نه آيو سويرو.
اڃا دور منزل، اڃا دور ديرو.

مسلط فضائن تي راڪاس جنگي.
اڃا امن وارو نه ڏٺو ڪو قريرو.

اڃا آدمي، آدمي تي مسلط.
اڃا پند انسانيت جو پريرو.

مٽي هي رڙي ٿي اڃا روه برهه.
پنهل جو اڃا ڪين ڏسجي ٿو ڀيرو.

نه ڪنهن منهن تي آئي آ رونق صبح جي.
اڃا رات ڪاري ۽ گهرو انڌيرو!

لکين لاڏليون ٿيون وڪامن هٽن تي.
اڃا عصمتن کي لٽي ٿو لٽيرو.

عمر ڀي اڪيچار ۽ ماريون ڀي.
اڃا باز ڏاڍو ۽ ڪمزور ڳيرو.

اڃا صنف نازڪ ستائي وڃي ٿي.
اڃا مرد جو مرتبو آ مٿيرو.

ازل کان اهو آهه دستور ساٿي.
هجي دور منزل، ته هلجي سويرو.

فقط ٿوري همت ۽ محڪم ارادو.
نظام تشدد جو آئيندو ڦيرو.

نه گهبراءِ همدم! سحر دور ناهي!
اجهو دور اوڀر کان ايريو سويرو.



# ❊ انجام ـ محبت ❊

(١٩٥٧ع)

موسوم نه ڪي ماحول، نه ڏڳام ـ محبت!
اي يار نه وٽ نام ـ خدا نام ـ محبت!
سڪرات ڪان دل ۾ نه رهي همت عالي،
۽ سات ڇڏي پنهنجو وڃي فارغ البالي.
هڪ هڪ ٿي پڇن يار ڀهالي ۽ سوالي.
پئسي ڪان ڇڏهن جيب سراسر ٿئي خالي.
۽ دل تي هجي تلخيءَ ـ ايام ـ محبت.
بيسود انهيءَ وقت آ پيغام ـ محبت.

هر فرد پريشان هجي، هر چشم به پرنم.
چئو طرف گرانيءَ جو هجي نالئه و ماتم.
جمهور تي طاري هجي سڪرات جو عالم.
۽ پيٽ جي جمهوريءَ کان هجي هوش نه سالم.
ان وقت ڀلا ڇا ڪري ناڪام ـ محبت؟
بيسود انهيءَ وقت آ پيغام ـ محبت.

محفوظ هجي ڪين شريفن جي شرافت،
سمجهي نه ڪوئي پاڻ کي ڪنهن وقت سلامت،
بازار ۾ نيلام ٿئي عصمت و عفت،
بيهودو مذاق آهي، سراسر آ حماقت،
ان وقت اگر ڪوئي ڪٿي نام ـ محبت.
بيسود انهيءَ وقت آ پيغام ـ محبت.

ماحول جي تلخي کان هي روح پريشان.
۽ ختم جوانيءَ جا ٿين حسرت و ارمان.
ويران سراسر ٿئي سرسبز گلستان.
۽ سارا سڙي خاڪ ٿين سنبل و ريحان.

هر دل ۾ هجي تلخيء - آلام - محبت.
بيسود انهيءَ وقت آ پيغام - محبت.

ڦڙڪي پيو جتي شان سان بيداد جو پرچم!
هي ظلم و ستم ڏاڍ ۽ بيداد جو عالم!
بي چيني - جمهور ۾ هي موج - طلاطم!
ڪپڙي جو ڪٿي روڳ ڪٿي پيٽ جو ماتم،
آغاز ۾ اهڙا مليا انعام - محبت،
ڇا ٿيندو خبر ناهه تہ انجام - محبت؟





# ❁ احوال - جمهور ❁

(١٩٥٧ع)

پڇين دوست ڪهڙو ٿو احوال منهنجو؟
اڳي ڪان بہ بدتر ٿيو حال منهنجو.
نہ هي ملڪ منهنجو، نہ هي مال منهنجو،
ڏهاڙو نہ هفتو، نڪو سال منهنجو،
اسين ملڪ پنهنجي ۾ بدحال آهيون.
ڀرئي ڀاڳ هوندي بہ ڪنگال آهيون.

چون ٿا تہ آهي حڪومت عوامي.
هي ميمبر، منسٽر، وزارت عوامي.
وطن جي سموري رياست عوامي.
نصيبن ۾ ڪهڙي مگر آهہ خامي؟
نہ پنهنجو ڪو مالڪ نہ نوڪر اسانجو.
مٿو ڀي اسانجو ۽ پادر اسانجو.

گرانيءَ ڪيو حال مجبور پنهنجو.
سڀن کي ٿيو پيٽ جو سور پنهنجو.
نہ آئين پنهنجو، نہ دستور پنهنجو.
وڪامي ٿو پئسي تي جمهور پنهنجو.
اسان جي هي دولت اسان جي ڪمائي.
مگر ڪم اسان جي اها ڪين آئي.

پگهر ڀي اسان جو، مشقت اسان جي.
وڪامي ٿي ڪوڏين تي محنت اسان جي.
نڪما لٽائن ٿا دولت اسان جي.
صبح سنجهہ گهٽجي ٿي طاقت اسان جي.
اسين جهل پنهنجي ۾ سرشار آهيون.
ٿيا هاڻ ڌرتيءَ مٿان بار آهيون.

هتي هر نرُ وت جي سامان وڪامي.
هتي پيٽ خاطر ٿو ايمان وڪامي.
هتي چند پئسن تي قرآن وڪامي.
نهايت ئي سستو ٿو انسان وڪامي.
وڪامي ٿي هتڙي غريبن جي غيرت.
ملي چند سڪن تي انمول عصمت.

ٿيون ڪاش! اڄ ٻي جي بيدار سائي.
زمانو ٿئي پنهنجو غمخوار سائي.
هتن ۾ آ وونڻ جو هتيار سائي.
ڪريون هانءُ گڏجي جي هڪ وار سائي.
نہ لاريب آهي حڪومت اسان جي.
رياست، رياست جي دولت اسان جي.

اٿو هاڻي گڏجي نصيب آزمايون.
وطن جي ترقي ۽ طاقت وڌايون.
صحيح ووٽ ڏيئي مقدر بڻايون.
ڪريون دشمنن جون چڱيءَ پر صفايون.
وڃايون نہ ووٽن تي ايمان پنهنجو.
نہ پئسن تي وڪرو ڪريون شان پنهنجو.





# ❋ شاعرِ قوم ڏانهن ❋

(١٩٥٧ع)

ذڪر خوبان ڪانسواءِ، يا ذڪرِ جانان ڪانسواءِ.
ڇا ڪوئي موضوع ناهي حور و غلمان ڪانسواءِ؟

ڇو غمِ جمهور ڪسان اڪثر رهين ٿو بي خبر؟
ذڪر ڪو تو وٽ نه آهي باغ و بستان ڪانسواءِ؟

تنهنجي منهنجي درميان هي فرق آهي هم سخن،
توکي نظري ڪجھ ٿو رخسارِ جانان ڪانسواءِ.

پر غمِ انسانيت، مون لاءِ سرمائيِ حيات،
ذهن منهنجي ۾ نه آ ڪجھ، ذڪرِ دوران ڪانسواءِ.

مان غمِ انسان جو قائل تون غمِ جانان سندو،
منهنجي دل ۾ ڪجھ نه آهي دردِ انسان ڪانسواءِ.

مون پڙهيو آ ”شاعري جزويست از پيغمبري“
پر پيمبر ٿي نه گذريو دردِ انسان ڪانسواءِ.

هم سخن جمهورِ ملت جي ته عرياني ۾ ڏس!
جسم تي جنهن جي نه آ، تارِ گريبان ڪانسواءِ.

ڪجھ نظر ايندو نه توکي، ديدهءِ مزدور ۾.
نوڪِ مژگان تي فقط هڪ اشڪِ لرزان ڪانسواءِ.

قوم جي رهبر جي ڪهڙي قول تي ويسهه ڪجي؟
ڇا مليو آهي اسان کي عهد و پيمان ڪانسواءِ.

هم سفر، اڄ قوم جي هن بي وسيءَ جي مرض جو،
نانهه، نسخو، انقلابِ چرخ گردان ڪانسواءِ.



# ❀ اسان جي عيد ❀

(١٩٥٧ع)

نرالي رنگ ۾ هن سال آئي عيد قرباني!
اهائي تنگ دستي آ اهائي تنگ داماني.

جي ڪائي آ تہ گهہ ڪونهي جي گهہ آهي، اٽو غائب!
ڏٺہ ڪهڙي خدايا هي غريبن کي پريشاني.

ڏهاڙو خير و برڪت جو، گهرن ۾ روڄ ۽ ماتم،
عجب آ رحمت حق، تنهنجي رحمت جي فراواني!

مٺايون برف ۽ شربت اي مولا، ڇاڪندا اُون پر،
ميسر ڪين ٻارن کي رکي ڪا ڪڪ جي ماني.

خدايا، عيد جا نالو انهيءَ جو آهہ، جو گهر ۾،
وسي ٿي ياس و حسرت، بيڪسي ۽ خانہ ويراني!

ڀلا مسڪين قرباني ڏين ڪهڙي اڙي زاهد؟
جي خود صدقي سندا ٻڪرا ڏين سي ڪهڙي قرباني؟

نڪما عيش، عيدون ڪن غريبن جي ڪمائي تي.
غضب آ، دولت اسلام! قانون، شيطاني!

ادب سان "شاعر مشرق" جي تربت کان پڇان ٿو اڄ،
ڪٿي آ تو سندي جمهور واري ڏس تہ سلطاني؟

جتي جمهوريت سان هر ڪهڙي هاجان ٿين همدم،
اتي مزدور مسڪين کي ميسر ٿئي ڪٿان ماني؟

مبارڪ عيد جي يارب! ٿئي تنهنجي اميرن کي،
غريبن کي تہ هر صورت ۾ ڏيڻي آهہ قرباني.

خبر ناهي تہ ڇا ٿيندو، گدائي جا ڇوي همدم؟
اٿيو جو ڪفر ڪعبہ کان ڪٿي رهندي مسلماني؟



# غـــزل

(۱۹۵۸ع)



اگر بخت ٻگڙيو سنواري ڇڏيوسين.
سڄو وقت کلندي گذاري ڇڏيوسين.

نہ وانجي رکيو سون شراب محبت.
پياسو جسي آيو، پياري ڇڏيوسين.

هئي زهد و تقويٰ تي زاهد کي دعوا.
مگر ڪيس ڪنهن سر پياري ڇڏيوسين.

سمايو جڏهن درد انسان دل ۾.
غم عشق جانان وساري ڇڏيوسين.

خوشيون زندگي جون کسيون ويون جڏهن کان،
تہ پوءِ خواهشن کي بہ ماري ڇڏيوسين.

مري دل جي ٻگڙي جي ويئي تہ ڇا غم؟
وطن جو تہ گلشن سنواري ڇڏيوسين.

وسامي وئي شمع گهر زندگي جي،
هزارن چراغن کي ٻاري ڇڏيوسين.

وڌي تيز طوفان ۾ موجن سان همدم،
وڃي نيٺ ٻيڙو ڪناري ڇڏيوسين.

سفر زندگي جو ڪٽڻ هو گدائي،
بهر طور گذريو، گذاري ڇڏيوسين.



# ❋ گيت ❋

## ● تنهنجو هي سنسار ●

(١٩٥٨ع)

وڪڻ نه ووٽ ڪي سادا هاري هائي ٿي هوشيار.
نام وڏيرو ملڪ جو مالڪ، تنهنجو هي سنسار
سمورو تنهنجو هي سنسار!

دنيا ۾ سڀ تنهنجي محنت، تنهنجي ڌرتي تنهنجي دولت.
تنهنجي رت مان آسريا مندر، مسجد ۽ مينار.
سمورو تنهنجو هي سنسار!

جڳ ساري جو تون ئي داتا، سڀ ڪنهن ڪپڙا تنهنجا پاتا.
اڌ نيا اعلى جو ان داتا، خلق جو پالڻهار،
سمورو تنهنجو هي سنسار!

ريل جهاز ۽ رستا لاريون، هوٽل، بنگلون ۽ بازاريون.
تنهنجي دم سان سڀ گلزاريون، گل ڦل باغ بهار،
سمورو تنهنجو هي سنسار!

ناچ گهرن ۾ ناچ ۽ گانا، گيت سهانا، رقص شبانا،
تنهنجي پورهئي تي سڀ جلسا، ميلا، شوق، شڪار،
سمورو تنهنجو هي سنسار!

تنهنجي خون جي پاڻي پاڻي، تنهنجي ڪم ۾ مرر آئي.
تنهنجا پيلي، تنهنجو ڪاني، ٻئي ويسا پوتار.
سمورو تنهنجو هي سنسار!

هر ڦورو ۽ چور لٽيرو تنهنجي ان تي آ، وڏيرو.
تنهنجي محنت تي سڀ آڪڙ، طره ۽ دستار.
سمورو تنهنجو هي سنسار!



پير فقير ۽ توکي ڀوڙي ، هرڪو تنهنجو خون نچوڙي .
سمجھ سڀا جھا طاقت پنهنجي هاڻي هوشيار،
سمورو تنهنجو هي سنسار.

ووٽ حڪومت کي ٿو ناهي ، ووٽ وزارت کي ٿو ڊاهي .
ووٽ ۾ ساري طاقت آهي، ووٽ نه ڪر بيڪار،
سمورو تنهنجو هي سنسار.

محنت تنهنجي دولت تنهنجي، همت سان حڪومت تنهنجي،
قوت شير، شجاعت پنهنجي دنيا کي ڏيکار،
سمورو تنهنجو هي سنسار!





# * جشن آزادي *

(١٤- آگسٽ ١٩٥٨ع تي لکيو ويو)

شاعر - شيرين بيان بيدار ٿيءُ!
هئي مسرت يي، اٿي سرشار ٿيءُ!

بيخبر اڄ جشن - پاڪستان آهه.
نشرگ ڪان نئر ٿيو اعلان آهه.

اڄ ته آهي پنهنجي آزادي جو روز.
قوم جي جشن و طرب شادي جو روز.

اڄ بدلجي وئي اسانجي ڪائنات
جو مِلي طوق - غلامي ڪان نجات.

ڏينهن هن بخشيو اسان کي اقتدار.
قوم لئه هي آهه يوم - افتخار.

تنهنڪري تون يي اٿي تيار ٿيءُ.
تلخين ڪان ڪجهه ته اڄ بيدار ٿيءُ.

دور دل تان اڄ غم و آلام ڪر.
دور دل ڪان تلخي - ايام ڪر.

تلخيون يارهن ورهين جون وسار.
جشن - استقلال جي وچ ڏس بهار.

ڏس وڃي ڊولوگراڊونڊ جو نکار.
شهر ساري جني آئـي بهار.

ڇا لڳو آ جشن - آزادي جو رنگ.
هر طرف قومي ترانا، رقص و رنگ.



## سائيهہ جا سور.

رنگ ويو جو آه دريا موجزن.
هر طرف ڪافر ادا سيمين بدن •

ڏس پريدون پارڙون لنچ و ڊنرا!
دولت ـ اسلاميہ جو ڪر و فر.

ٽنڪ، بڪتربند، جو هي شور و شر!

فوج جي قوت، نمائش الحذر!

تيز طيارن جا ڪرتب ۽ سلام.
رهبرن جا قوم ڏي خوش ڪن پيام.

دلڪش و با رعب سارو انتظام.
قوم ڪي سرمي وجهڻ جو اهتمام!

همنشين! منظر تہ آهي پر وقار.
پر خدا را ٻئي طرف ٻي ڪجھ نهار.

هت اگر آهي جهان ـ رنگ و بو،
اهل ـ دولت ۽ سندن جوش ـ نمو.

ٻئي طرف دنيا اگهاڙي ۽ اداس!
جنت ـ ارضي کان محروم و نراس!

هن طرف ساري جهان جون نعمتون،

ٻئي طرف فاقہ، فلاڪت زحمتون،

هن طرف سرخي ۽ ٻنوڊر جي بهار،
ٻئي طرف ميرا متا ۽ حال ـ زار.

هت اميري شاد ـ خندان، خوش لباس.
هت غريبي دربدر ـ عريان اداس.

اهل ـ دولت جي چمن ۾ هت بهار.
۽ غريبي ٻئي طرف آ خوار و زار.



## ماتم جا سُر.

حاڪمن وٽ جشن و شادي رقص و رنگ.
ملڪ جو مزدور مانيءَ لاءِ تنگ!

محفل ماڙين جي اندر عيش و خوشي.
سر پٽي ديهان ۾ ٿي مفلسي!

ملڪ جي قصرِ صدر اندر بهار.
ٻي طرف فاقه ڪش جي آ پڪار!

پرچمِ اسلام جي جهلڪار هت.
هارين جي گهر ۾ هاهاڪار هت!

ڏس، مساوات و اخوت جي بهار!
چشمِ يزدان ٻي جنهين کان شرمسار!

ڇڏ پلا هن کي، اچي پيو رنگ ڏس.
ديدهء انسانيت کي دنگ ڏس.

بجليون گولا ٿا ڪوٺن تي پرن.
ٿا هڻي هڪ ٻئي مٿان ماڻهو ڪِهن.

دخترِ ملت جي هيءَ بازار آهه.
جسمِ عورت جو هتي واپار آهه.

چند سڪن تي ملي عصمت هتي.
ٿي وڪامي قوم جي غيرت هتي.

ڏينهن هت جو رات، ۽ شب، روز آهه.
هي نظارو هم نشين پر سوز آهه.

پٽ اچي، پيءُ اچي هت، ڀاءُ ٻي،
ڌيءَ آ، هيءَ ڀيڻ آ، هيءَ، ماءُ ٻي.

هي نظامِ جبر کان مجبور آهه.
ورنه عورت، آهه مريم حور آهه.





مرد جي بيداد کان لاچار آهه.
ورنہ هيءَ هڪ مخزنِ انوار آهه.

جسم وڪڻي پيٽ جو دوزخ ڀري!
هن نظامِ ظلم ۾ ٻيو ڇا ڪري؟

ختم ٿيندو ڪين جيسين هي نظام،
جنسِ نازڪ ڪين ٿيندي شادڪام.

فرق جيسين آهه طبقاتي هتي،
فائدو مدِ نظر، ذاتي هتي،

تيستائين ٻڙو رهندو عوام،
۽ فقط ڪي خاص ماڻهو شادڪام.

دورِ آزادي اچڻ تيسين محال،
آ نظامِ جور جو جيسين وبال.

رشوتون ۽ چوربازاري جو چار!
ظلم ۽ انڌير گردي ڌاڙ، مار!

هي گراني، هي بکون ۽ اضطراب!
هم نشين! آ اهتمامِ انقلاب!

ديدهء بينا ڏسي ٿي بي حجاب.
اهل دولت جي اکين تي آ نقاب.

ڇا پلا ڪولي پڌايان هم نشين!
فتنہ فردا جو آ زيرِ زمين!

مات ڪر هاڻي گداگي مات ڪر،
ٿئي نہ ڏاڍن جو مٿان تو تي ڏمر.

گوشِ نازڪ تي گران گذري نہ لڙ.
جو تہ سچ ۾ مرچ آهن ڪوڙ ڪڙ.

# ❃ اي پٽائي گهوٽ ❃

(١٩٥٨ع)

اي پٽائي گهوٽ سائين، سيد - عالي وقار!
بحر وحدت جا شناور، شاعرن جا تاجدار،
سنڌ جي سانگين جا ساٿي - غمزدن جا غمگسار،
دائما تنهنجي دعا، سائيم ۾ آٿي سڪار،
اي حڪيم - سنڌ، توکي سنڌ تي ساري وري،
مارئي، سسئي ۽ سهڻي لڙڪ ٿي هاري وري.

آد کان توکي عطا، فطرت ڪيو فڪر - بلند،
دل غم - دوران ۾ تنهنجي ٿي سدائي دردمند،
معرفت جي راه' تنهنجي بيت جو هر بند بند،
هر سخن ۾ سوز تنهنجو سادگي توکي پسند.
بيت تنهنجا آيتون آهن بلاشڪ آشڪار،
۽ رسالو آه، دنيا جي ادب جو شاهڪار.

سؤ سلامن جا اوهان تي رحمتون هردم هزار،
وادي - مهراڻ جا انمول گوهر آبدار،
هر تخيل پاڪ تنهنجو، ۽ نظر يزدان شڪار،
سنڌ جا رومي اوهان تي رحمتون ليل و نهار.
مورث - سنڌي ثقافت، سيد عالي لزدا،
تا قيامت نانءُ تنهنجو، زنده و پائنده باد!

عام جي جذبن، امنگن جو هميشه ترجمان،
ملڪ جي مظلوم مارن جو سدائين پاسبان،
سور سانگين جي ڪيو توکي سدا گريه ڪنان،
هر زبردستي جي آڏو، شاه تون ڪوه - گران،
دل وٺي آئين ازل کان تون جهان ۾ دردمند.
هر سخن ۾ سوز تنهنجو سادگي توکي پسند.



پاڻ تون پنهنجو "آماڃي" پاڻ توحيد جو نياز
پاڻ تي ڪنئورو ڪيئه ليلان کي پابند - نياز،
پاڻ تي سومل ڪيئه مومل شڪار ساز و باز،
پاڻ سسئي، پاڻ سهڻي، پاڻ گندريءَ جو گداز،
مارئي پنهنجي، عمر جو تو ڪٽيو توڙيو غرور،
ڪٽ بڻي سانوڙي ڪئه سوڍي جي دل کي چور!

لال لاکيئه اوهان جو اڄ به آهي فخر - نادر،
عالم و فاضل، مفڪر، سڀ اچن ٿا احترام،
تنهنجي آڻ تي اچو، هرسال ڪن سهسين سلام،
قرب مان ڪوڙين پڙهن، ڪامل اچي تنهنجو ڪلام،
پنهنجي ڪو اهڙو پيتاني، سنڌ پنهنجي ٿم سڪار!
ملڪ جا مارو، مسرتن وٽن ٿي همڪنار!

عارف - ڪامل حڪيم و عابد شب زنده دار،
سو ڪجن ديوان، تنهن تي بيت هڪڙي تان نثار،
معرفت جا بحر - بي پايان و نا پيدا ڪنار،
سنڌ جا رومي اوهان تي رحمتون ليل و نهار،
شاهه اڄ تنهنجون دعائون ٿي وڃن شل مستجاب!
ملڪ جي مارن جي منهن تي من اچي ڪو آب تاب!



# * نئون دور *

(ڊسمبر ١٩٥٨ع)

ٻڌين ھو، جڏھن ملڪ آزاد ٿيندو،
سکيو سبز، ساٿو ۽ آباد ٿيندو.
مھاجر ۽ انصار سڀ شاد ٿيندو.
غريبن جي دانھن سندو داد ٿيندو.
اميدون مگر سي رھيون سڀ اڌوريون.
غريبن جون آسون ٿيون ڪين پوريون.

وزيرن اچي سان اھا ھاڻ ھاري.
رھيو جنھن کان محفوظ ھاري نہ ناري.
سڙي سوڪ ٿي جنھن ۾ مخلوق ساري.
ويو ديس ٻڏي ٻکيو ۽ ٻکاري.
لٽو جن ڏنو ھو سي بدحال ٿي ويا.
پرني ٻاڪ ھوندي بہ ڪنگال ٿي ويا.

بگھڙ قوم پنھنجي جا رکپال ٿي ويا.
رياست جا وارث ڪنن ھال ٿي ويا.
بکن ۾ شريفن جا بدحال ٿي ويا.
جيا ھا غريبن جا جنجال ٿي ويا.
چڙھيا قوم جي سر تي اھڙا شڪاري.
اچي جن ڪرالي سندي ساھ ٻاري.

وليداد ڀڄي ويا ملڪ والي.
اچي خود پرستن رياست سنڀالي.
ڪيائون وطن جي اھا پائمالي.
ٿيو ملڪ پاڪيو انا جن کان خالي.
ڀريو ملڪ پاڪيو، ٻڌل حساب ٿي ويو.
سگھو ۽ ڏاڍ پسل، نواب ٿي ويو.



رهي ڪين ڪنهن جي شرافت سلامت.
نہ ڪٿ ڪا غريبن جي غيرت سلامت.
نہ عزت، نڪي مال و دولت سلامت.
حڪومت، نہ پنهنجي رياست سلامت.
امن، عدل و انصاف مقصود ٿي ويا.
حياتيءَ جا اقدار نابود ٿي ويا.

ڪٿي چور بازار پيدا، گراني.
هلي هٿ سفارش ۽ رشوت ستاني.
وڪيلن وڪي، پنهنجي قانون داني.
سفارش لياقت، جي ٿي پئي نشاني.
ڏنو جنهن چٽو سو، اهو پار ٿي ويو.
پريو جنهن نہ ڏوڪڙ، سزاوار ٿي ويو.
رهيو پاڪ رشوت کان ڪوئي نہ دفتر.
سين سمجهيو ان کي مٿو شير مادر.
مڃو خون ئي ويو، نفعي خور تاجر.
ڪيڏي سون ٻاهر ويو سڀ سمگلر.
ملاوٽ سوا هٿ نہ ڪا شئي وڪائي.
مليو ڪير بدران غريبن کي پائي!

ڪٿي پيٽ خاطر ٿيو ايمان وڪرو!
خدا ۽ نبي جو ٿيو، فرمان وڪرو!
اليڪشن ۾ پئسن تي، قرآن وڪرو!
ٿيو چند سڪن تي، انسان وڪرو!
صبح شام ملت جي غيرت وڪائي!
نهايت ئي ارزان ٿي عصمت وڪائي!

غرض هرطرح ساڻ حالت بري هئي.
جتي ٿي نظر پئي، اتي گندگي هئي.
ذلالت رزالت ۽ شرمندگي هئي.
ڪئي ملڪ و ملت سندي زندگي هئي.

ڪيو گند اهڙو تہ گندي سياست،
جو خطري سان دوچار ٿي وئي رياست!

قتل، خون ڌاڙن جو دستور ٿي ويو!
لفنگو، لچو، چور مغرور ٿي ويو!
جو هيڻو هو ڪمزور، معزور ٿي ويو!
هي ڦوڙو ڦسي نيٺ ناسور ٿي ويو!

رهي ڪين ڪٿ زندگي جي علامت.
نڪي مال و دولت گهرن ۾ سلامت.

مگر غيرت ـ حق ۾ طوفان آيو.
ورق هڪ مجاهد مسلمان آيو.
ڏکي ديس پنهنجي جو درمان آيو.
هلي آخرش مرد ـ ميدان آيو.

افق تي جو چمڪيو ستارو اميدي.
اچي گلستان ۾ ويا حسن و خوبي.

بقايا جي پڙ ڪان وڏيرا لڪي ويا.
ستمگر سيئي ڀرن ۾ چڀي ويا.
سيئي بد ديانت مري ۽ کپي ويا.
ملاوت جا مالڪ سزا کان ڏکي ويا.

وئي خود پرستن سندي خوء نڪري.
لفنگن، لچن جي وئي بوء نڪري!

سمگلر ۽ ڌاڙيل في النار ٿي ويا.
ڪئين بد ديانت سزاوار ٿي ويا.
پڇي ڪي گناهن ڪان بيزار ٿي ويا.
وطن سان وري سي وفادار ٿي ويا.

سڄي ملڪ اندر صفائي اچي وئي!
پليدن اندر پارسائي اچي وئي!

ٿئون دور آيو ڪريو شادمانا!
ڳئين دور آندا خوشيء جا ترانا!



ٿيا اڄ حقيقت سي سپنا سهالا!
ٿيا بد ديانت وڏي گهر روانا!
ڪئي صدر ايوب اهڙي صفائي،
جو نڪري وئي ديس مان هر برائي.

وري بي اجهن کي مليو ويو سهارو،
اميدن جو اڀريو آ، تابنده تارو.
نهاري ٿو جنهن ڏي دکي ديس سارو.
فقط مرد - مومن جو هڪڙو اشارو.
وطن جي ٿو ساعت ۾ تقدير بدلي.
ڪروڙين ڏکين جي ٿو تصوير بدلي.

نظام - زراعت ۾ ايندو سڌارو!
مقدر جو چمڪي اٿيو آ ستارو!
هيئر ڪين رهندو هي ماري هڄارو!
مبارڪ نئون دور انصاف وارو!
وطن ۾ گدائي مساوات ٿيندي!
ستم جي وري رات موٽي نه ايندي!



# انقلاب

(۲۷ آڪٽوبر ۱۹۵۸ع)

خزان جو دور ختم ٿيو، بهار ٿيو آ خيمه زن.
روش روش ڪلي اُٿي، ٽڙي ويو چمن چمن.
ڪلي ڪلي جي لام تي، آ عندليب نغمه زن.
ويا ٿي دفع ديس مان سڀئي زاغ ۽ زغن.
ٿئين امنگ سان وري، هي ديس همڪنار ٿيو.
هي انقلاب باعثِ هزار افتخار ٿيو.

ورهين کان قوم پست ۽ شڪارِ انتشار هئي.
۽ رهبرانِ ملڪ جي هوس سندو شڪار هئي.
قدم قدم تي زندگي، ذليل و خوار زار هئي.
وطن جو ڪنڌ هيٺ هو ۽ قوم شرمسار هئي.
خدا خدا ڪري ڪو بيقرار کي قرار ٿيو.
هي انقلاب باعثِ هزار افتخار ٿيو.

بديءَ جا يار پاڻ ۾، رفيق و همسفر هوا.
هوا جي خود اڳيا اهي، اسانجا چاره گر هوا.
وطن جا چور راهزن اسان جا راهبر هوا.
شريف و خيرخواه سڀ غبارِ رهگذر هوا.
ڪڇيو جي ڪنهن ته سو ڏهين سندو شڪار ٿيو.
هي انقلاب باعثِ هزار افتخار ٿيو.

بليڪ مارڪيٽ و قتل و خون عام و جام هو.
گران فروش جو سماج ۾ وڏو مقام هو.
ملاوٽن جو مرض هو، حلال پيي حرام هو.
هراس و خوف ۾ سدا غريب و عوام هو.
ضلالتن جو ٽوڪڙو، ڦٽو ۽ تار تار ٿيو.
هي انقلاب باعثِ هزار افتخار ٿيو.



سا ٿيهه جا سور.

مهانگ جي ڪري، هتي عوام ۾ هو ترٿلو.
سمگلرن جو ملڪ ۾ وڌي ويو هو حوصلو.
حفاظت ـ وطن سندو، ڪٺن هو سخت مرحلو.
هو انتظام گهرگهلو، نظام ـ ملڪ کوکلو.

قدم قدم تي قوم ۾، بپا هو انتشار ٿيو.
هي انقلاب باعث ـ هزار افتخار ٿيو.

بپا هئي جتي ڪٿي وطن ۾ جنگ ـ زرگري.
شعار رهبران ـ قوم جو هو خويش پروري.
عجيب خلفشار هو، هئي عجيب ابتري.
محيط قوم تي هئي سڪندري و قيصري.

مگر **مجاهد ـ وطن** اٿيو ۽ چاره ڪار ٿيو.
هي انقلاب باعث ـ هزار افتخار ٿيو.

ڏسي هي بيوسي دل ـ ايوب بي قرار ٿي.
وطن جي حال زار تي اٿيو هو اشڪبار ٿي.
جڏهن مجاهد ـ وطن جي چشم شعله بار ٿي.
ته زندگي کلي اٿي، فنا هلي فرار ٿي.

خزان خوار ٿي هلي، چمن چمن بهار ٿيو.
هي انقلاب باعث ـ هزار افتخار ٿيو.



[١٣٤الف]

سياه رات ختم ٿي، ۽ روشني اچي وئي.
سحر جي نور جي گلن ۾ تازگي اچي وئي.
فنا فرار ٿي وئي ۽ زندگي اچي وئي.
جنهين جو انتظار هو، اها گهڙي اچي وئي.

صبح جو نور آخرش وطن تي آشڪار ٿيو.
هي انقلاب باعث ـ هزار افتخار ٿيو.

گدائي شال تا ابد، وطن ۾ زندگي هجي.
ڪلي ڪلي تي نور ۽ گلن ۾ تازگي هجي.
۽ سرزمين ـ پاڪ ۾ سحر جي روشني هجي.
عمل جو عزم، نظم و ضبط، ربط ـ باهمي هجي.
ڦلي ڦلي وطن سدا ۽ قوم باوقار ٿئي !
هي انقلاب باعث ـ هـزار افتخار ٿئي !

---



# * زرعي سڌارن جو اعلان *

( ١٩٥٩ع )

مبارڪ، جو ٿيو اعلان اڄ زرعي سڌارن جو.
مبارڪ، خاتمو ٿيو بالخير ٿيو جاگيردارن جو.
ٿيو تسليم ڌرتيءَ تي وري حق ڪاشتڪارن جو.
رواڻو ڪاروان ٿي ويو نڪمن ۽ نڪارن جو.

اچي هڪ مرد - مومن ملڪ جي تقدير بدلائي.
سندس اعلان آندي ملڪ جي ماڻن ۾ سرهائي.

هلي ويو دور هاڻي ديس مان پوڌار گرديءَ جو.
زمينداري زبردستي سندو، زردار گرديءَ جو.
سندن لاهي، رسائي، چيڙ ۽ بيگار گرديءَ جو.
سرشتو ختم ٿي ويو خير سان سردار گرديءَ جو.

مبارڪ، ملڪ جي معمار و محنت ڪش ڪسانن کي!
مبارڪ بيڪسن، مظلوم و بيوس بيزبانن کي!

معين وقت آيو، زور باطل جو ويو گهٽجي.
غريبن جي غلاميءَ جي وڏي زنجير اڄ ڪٽجي.
تفاوت ڪمتري ۽ برتري وارو ويو مٽجي.
نظام - جبر و استبداد جو ن پاڙون ويون پٽجي.

دفعي ٿيو ديس مان آخر ستم سرمايه داري جو.
جنازو ملڪ مان نڪري هليو جاگيرداري جو.



ستائيندو نه زوراور هيٺر ڪو زيردستن کي.
تونگر تنگ ڪندو ڪونه هاڻي تنگدستن کي.
زبردستي جي جرئت ڪين ٿيندي زرپرستن کي.
خدائي ۽ خودي جي خونه رهندي خود پرستن کي.

مٺي - وحدت سان سڀ اهل وطن سرشارٿي ويندا!
تفاوت وڏ ننڍائي جا سڀئي هموار ٿي ويندا!

هيئنر هاري جي همت سان ٿرن تي ٿينديون گلزاريون !
ڇٽا، ڇانيا ۽ ڪنڪون جام ٿيندا، ووڻ، تر، ساريون !
نيون بستيون اڀرنديون ۽ برن ۾ ٿينديون بازاريون !
دفعي ٿي ديس مان وينديون بکون فاقا بيماريون !

هوا بيڪار جيڪي، سي سڀئي باڪار ٿي ويندا !
اناجن جا اسان جي ديس ۾ انبار ٿي ويندا !

ٿئين هڪ عزم سان، ڪڙمي زمينن تي ڪمائيندا.
ٿئين هڪ شان سان هاري مشيني هر هلائيندا،
عجب اتساهه سان بنجر زمينن کي وسائيندا.
جو جنت عرش تي آهي، اهو هتڙي ٺاهيندا.

هي پاڪستان، خدا جي فضل سان ڪشمير ٿي ويندو.
زمين تي جنت الفردوس جي تصوير ٿي ويندو.

بيابان سبز ٿي ويندا، ترايون تار ٿي وينديون.
وطن جون واديون، گل پوش ۽ گلزار ٿي وينديون.
مسرت سان مليرائيون مڙئي سرشار ٿي وينديون.
ترقيءَ جون سموريون قوتون بيدار ٿي وينديون.

زراعت خواهه صنعت ۾، وطن ۾ ٿيندو واڌارو.
مقدر جو، هيئنر چمڪي اٿيو آ عرش تي تارو.

ڪيو مظلوم جي دانهن وجي آخر اثر پيدا.
ٿيو شاخ - تمنا ۾ غريبن جي - ثمر پيدا.
خليل الله جهڙي دريا ۾ آخر ٿيو گهر پيدا.
ورهين کان پوءِ وطن ۾ ٿيو وري هڪ ديده ور پيدا.

صدر ايوب جو هي ڪارنامون آ، لاثاني !
ڪيا جنهن ختم پنهنجي دور ۾ بيداد جا باني !



ٿيو ڇا چند مائٽن ۾ گڏ ٿيون آه ڪر ماتم ؟
اڏين سانگي ٿيا سرها، هوا جي سالها پر غم .
خوشي دان ٿو ڪلي، جنت ۾ روح - قائد اعظم .
بلندي تي رهي يا رب! هي پاڪستان جو پرچم .
مبارڪ ملڪ جي مظلوم و محنت ڪش ڪسانن کي.
زمينداري جي ظلمت جي مقابل بزبان کي.





# ❋ بلنديءَ پستي ❋

(١٩٥٩ع)

## (عيد قربانيءَ تي لکيو ويو)

صبح عيد جو آ درخشان، درخشان.
ٿيا دل ۾ پيدا وري تازه ارمان.

بظاهر مسلمان خرامان، خرامان.
مگر دل جي حالت پريشان، پريشان.

ڇتا صاف ڪپڙا، اکين ۾ اداسي.
۽ ويران نگاهون پياسي، پياسي.

ڳلن ماس ڪوريل ۽ چهرا فرده.
بظاهر ته جيئرا مگر مثل مرده.

اڏاوت لکن جي مگر جيب خالي.
نگهبان تي جهلڪي پريشان حالي.

ائين کهلبا عيد کي ڏي وجن ٿا.
اندر پريءَ ۾ گويا جنازه هلن ٿا!

مساوات ڇا جي؟ اخوت ڪٿي آ؟
اها دين ودنيا جي دولت ڪٿي آ؟

ڪٿي عيد آندا خوشيءَ جا خزانا!
ڪٿي روح ساتر، الم جا فسانا!

سون ۾ ڪو هڪڙو فقط شاد و خندان.
کٽائي ٿي ڏسجي، مگر زار و نالان.

ڪٿي الجهلان ۽ ڪٿي تنگدستي!
خدايا ڇو ايڏي بلندي ۽ پستي؟



نمازن ۾ وحدت ۽ ٻاهر تفاوت!
مساوات آهي ڪٿي؟ ابر ـ رحمت؟

هتي هيڏ ڳه ۾ مساوات موجود،
مگر عين در تي فقيرن جون فوجون!

هزارن اپاهج ۽ ٻين جو لشڪر!
نه آجن کي ماني لسي ڪپڙو ميسر!

لکين جن جو ڪونهي اجهو آشيانو!
زمين بسترو، آسمان شاميانو!



هتي ڏس ضعيف اپاهج، ڪراڙي!
بدن تي نه اڳڙي ۽ ڇاتي اگهاڙي!

اس جي سڙهل ڪل ۽ چنڊ پريشان!
هلڻ کان ۾ عاجز آ افتان وخيزان.

فقط هيٺ تن هڪ لٽيل لنگوٽي.
اساسو عمر جو آ لڪڙي ۽ لوٽي.

نه لٽي کي اولاد ٽڳو نه ٽارو،
نکو سور ماريءَ جو پيو ڪو سهارو.

ڀلا پيٽ آخر ڀري ڪيئن ڇاري؟
ڪري ڇا، ٻني جي نه دردن جي ماري؟

هتي ڏس هو لنگڙو، جو اوندو پيو آ،
خبر ناهه هن جرم ڪهڙو ڪيو آ؟

ڏکائي ٿو گردن ۽ ڪرڙيون هٿي ٿو.
ٻڌي هٿ هسر خيرات خاطر ڪٽي ٿو.

لهاري ٿو ڪوهه هن بيڪسي ڏي!
امارت تکي ڪهن ٿي، مفلسي ڏي!

اميرن لاءِ بيشڪ خوشي جو ڏهاڙو،
غريبن جون عيدون فقط روڄ راڙو!

ٻڌي گوڏ پوڙهيت ڪا ڪپڙا ٿي ڌوئي!
جتي لاءِ مفلس جو ٻچڙو ٿو روئي!

سڄي جي حياتي سنور ۽ سيا هو!
مري پيو ته مشڪل ۾ جنجل جيا هو!

مري جي ته ڪانهي ڪفن لاءِ پائي!
جئي جي ته وهتر مصيبت سوائي!

صبح شام فڪرات ۾ پيٽ جو غم.
لڳا تار فاقا ۾ فڪرات پيهم!

ٻچن کي نه ليڙو نه عورت کي چادر!
نه پنهنجي بدن تي ڪا اگڙي برابر!

غريبن کي ساري چڙهيو آ گراني!
گهرن قرض پيو جي ٻڌن لن تراني!

نه ڪا ڏي جو برتن نه بستر نه چولو!
پراڻي آ ولهي چگولو ڪتولو!

گدائي آ دولت وڏي خوش نصيبي!
وڏو جرم آهي جهان ۾ غريبي!





# هيٺئين بنياد ڳوٺن ۾ ٿو رکجي لوڪشاهي جو.

(۱۹٦۰ع)

## (هارين کي خطاب)

اچي ٿو دور هاري، هاڻ تنهنجي سربراهي جو!
زمانو ختم ٿيو، تنهنجي ذلالت ۽ تباهي جو!
هيٺئين بنياد ڳوٺن ۾ ٿو رکجي لوڪشاهي جو!
مليو ميوو مشقت ۽ اوهان جي جانڪاهي جو!
سنڀالي ووٽ ڏج هاڻي وطن جي جان نثارن کي!
ڪڍي اڇلائي ٻاهر ڪر نڪمن ۽ نڪارن کي!

انهن کي ووٽ ڪر، جذبو آ جن ۾ غمگساري جو.
اگر جنهن ۾ نه آ ڪنهن جي ريا يا پاسداري جو.
سچائي ننگ جو پاڙي سندو ۽ ڳوٺداري جو.
هجي جنهن کي سليقو، قوم جي خدمتگذاري جو.
انهن کي ووٽ ڏيو، جيڪي هجن خوف خدا وارا،
نه ڪهڙجن عيوضي، خود غرض يا مڪر و ريا وارا.

وجهي اڄ ووٽ اهڙن خادمن کي بي خطر ڪر تون،
وڏيري يا ڪنهن ڪمدار جو هاڻي نه پنو ڪر تون.
هجي حاڪم ته چاڙهي پيو، ڪنهنکان ڪينکي ڏر تون؟
نه لالچ لوڀ تي ڪنهنجي ڪڏهن ٻي ڪينکي مر تون.
لڳج تون ڪين هرگز، پير ۽ مرشد جي لاري تي،
نه وڪڻج ووٽ، ملا، مولوي جي ڪنهن اشاري تي.

انهيءَ کي عيوضي چونڊج، هجي منصف ديانت ۾.
علائقي ۾ مٿين کان سرس جو علمي لياقت ۾.

هڪ [illegible] امانت ۾.
[illegible] پنهنجي ذهانت ۾.
پلاڻي ملڪ و ملت جي هجي مد - نظر جنهن کي.
ترقي ديس پنهنجي جي هجي پيش - نظر جنهن کي.

صدر ايوب جي، سهڻي ڏسو هيءَ ڪار فرمائي!
گدائي لوڪشاهي جنهن وڃي ڳوٺن ۾ پهچائي!
خوشيءَ کان ملڪ جي مزدور و هاري ۾ آ سرهائي!
حڪومت ملڪ جي، عوام جي حصي اندر آئي!
نظام - ملڪ ۾ هاري به حصيدار ٿي ويندا،
رموز - مملڪت جا محرم - اسرار ٿي ويندا.





# آءُ ته گڏجي گهاريون

(١٩٦٠ع)

## (گيت)

ساوڻ آيو سرتيا ساوا گل ڦل ٿيا گلزاريون.
جهنگل جهنگل منگل برپا، ٿر بر باغ بهاريون.

سارنگ سات ڪيا اڄ سهڻا، ڪڪريون ڪاريون ڪاريون.
جنهن ڪيا ماندان، وسن ٿيون بوندون وهن واريون.

لٿو اس پوسات ويا، جن ساه سڪايو سڀ جو.
وسنديءَ واري واءُ گهلي ٿو، ٿر بر ٿيون ٿڌڪاريون.

واهڙ، واهيون، تيون ترايون، ڍورا ڍنڍون جل ٿل.
ڀاڳ سهاڳ وسي ٿو اپ مان، ووت ٿيا ڪٺ ساريون.

سانگي سڀ سرها ٿا ڏسجن، مارونڙيون مشڪن ٿيون.
وار ڳنڍي ڪنڙي سان ويٺيون منهن ڌوئي موچاريون.

ڪونجن وانگر ڪري قطارون ٽڙ ڏي پاڻيءَ خاطر،
گهڙا ڏري سر گهرڪان اڪرن، پرت منجهان پنهواريون.

ڏار ڏار تي ڳيرا گهوڪن، ڳائن ڳيچ خوشي جا،
ساون ڇهچ وڻن تي ويهي، ڇيها ڪن ڇونڪاريون.

گڙگڙ، گڙگڙ گوڙ گگن ۾، بوندن جا وسڪارا،
بجليءَ جا بادل ۾ چهبڪ، جهلڪا ڪن جهلڪاريون.

سنوان ڪوي سمڙه باک ڦٽيءَ جو، ڪري الاهي توهار،
پيڙهون ڏس مهراڻ ۾ سانجهين هيج منجهان هاڪاريون.

هڪ جيڏا سڀ ڳڏي لنگوٽا، ٽولا ٽولا ٽاهي،
ساٿي لڪتا سول ڪرڻ لئي ڪٿي انين جون ڪاريون.

## ساٿيءَ جا سور.

[illegible] ۽ وڻن، ميڪاس ڪڪرن راتين جو،
سڀ ڏس ۾ گونجيون ڪن ٿا، اوهاريون ٺهواريون۔

آليءَ ڌرتيءَ مان ٿي نڪري سوندي خوشبو.
واديءَ وادي، جهنگل جهنگل، خوشبو جون هبڪارون!

موسم هيءَ مستاني منتر، ڀاڳ مڙي ٿي ڀيري!
مست سي ۾ جيون ڪشتي آءُ ته گڏجي تاريون!

پريم نگر ۾ روڪ رڪاوٽ ڏاتيون ناتيون ڇاجيون؟
حد بنديون هڙراد و توڙي، آءُ ته گڏجي گهاريون.





# سمي تي سيارو، سمي تي بهاري.

(١٩٦٠ع)

وري خير سان آئي فصل - بهاري.
فضائن ۾ موسم جو آ کيف طاري.

سياري جي سردي ستايو هو جن کي.
لٿي تن جي اوچتو سندي انتظاري.

سڪل ٿوٽ شاخن تي انگور آيا.
ڏسو مست موسم سندي سازگاري.

خزان ديده باغن جي تختن تي قدرت.
گلن جي رنگا رنگ چادر پٿاري.

ٿئين زندگي سان گيندو تو جهومي.
لڏي موج مستيءَ ۾ تانگر جي تاري.

امنگون اميدون ونسي چيٽ آيو.
خوشيءَ ۾ نه ماهن ٿا هاري وناري.

چٽن ڪنڪ، جانيي جو جوين تو ٿاٿي!
وري لاب لائڻ جي آهي تياري.

سڄو ديس آرس ۾ هي آ، جاڳيو،
ڪسانن آ کوڙر - کهاڙي سنواري.

اهوئي آ دستور روز - ازل کان،
عناصر سان آدم جي آ جنگ جاري.

ثبات آ، ڪنهن کي نه ذرتي تي دائم،
نه گهبراءِ ساٿي ڏسي رات ڪاري.

هتي آ هر چيز اچڻي ۽ وڃڻي،
سمي تي سيارو، سمي تي بهاري.



ساٿيھ جا سور.

بهاريءَ جي آخر اگرچه خزان آ،
خزان بعد ايندي يقينا بهاري.

حوادث جا طوفان اجهائي نه سگهندا،
اسان جيڪا جيون سندي جوت ٻاري.

چٽي چا سٺا پسان، ٻهر طور گذري.
ڪٺن زندگي جا گدائي گذاري.





# غــزل

-(مارچ ١٩٦٠ع)-



وہو تہ آہ پيامي جي ڪامياب اچي .
حضور يارڪان دانهن جو ڪو جواب اچي .

مزو تہ آہ تڏهن جو حضور - ساقي ۾ ؛
وچي جي ڪو بہ پياسو تہ بارياب اچي .

ڦلي ڦلي هي سدا سبز رهي شاد رهي .
رخ - وطن تي الاهي ڪو آب و تاب اچي .

پيار اهڙو ڪو ساقي تون مست ليڙن جو ،
جو وجد و حال ۾ زاهد بہ بي حجاب اچي .

ديار - حسن ۾ ڪوئي نہ نامراد رهي .
جهان - عشق ۾ اهڙو ڪو انقلاب اچي .

اچا تہ رنگ تي محفل نہ آہ اي ساقي .
اچي، اچي ڪو اچان ، تلخ تر شراب اچي .

اچا تہ تلخيءَ - حالت ۾ ڪمي ناهي .
تنون ڪو ساقي اچي ڪو تنون شراب اچي .

اگرچ آ غم - دوران جي شڪايت برحق .
مگر آ خوف گدائي متان عتاب اچي .



# * ڏياري *

## (نوجوان بيوه (ودوا) جا ورلاپ!)

## (گيت)



هليو ويو جيون جو سهارو.
ڇوڙس آهي گهور اندارو.
ٻڏي ويو قسمت جو تارو.
ڇم ڇم نير وهايان، پينر! ڪنهن لئه ديپ جلايان؟

سيج سڃي تي، ڇرڪن ڇاتيون.
سپنا سڀ ٽيون، پيار جون ٻاتيون.
نيرن ڪيئن، برسات جون راتيون؟
ويٺي ورهه وسايان، پينر! ڪنهن لئه ديپ جلايان؟

گهر گهر ۾ اڄ آهه ڏياري!
گڏ گڏ آهن سڀ نر ناري!
پر مان ڏائڻ ڪرمن هاري!
هن هن ڏي واجهايان، پينر! ڪنهن لئه ديپ جلايان؟

سرتيون ويس وڳا ٽيون پائن.
تيل مساڳ ۾ سرخيون لائن.
ساجن پنهنجا، ٽيون سرچائن.
مان ڪنهنکي پرچايان، پينر! ڪنهن لئه ديپ جلايان؟

ڦوهه جوالي ۾ تنهائي!
عمر ڏهاڳ جي سر تي آئي،
سورن ڏاني ڪونه ”گدائي“
ڪنهنکي سور سڻايان، پينر! ڪنهن لئه ديپ جلايان؟

# ★ وڇڙيل ونيءَ جا ورلاپ ★



-(١٩٦٠ع)-





ساوڻ آيو ساجن آيا بادل ۽ برساتيون.
نيڻن کين واهيءَ جون وارث مينهوڳيءَ جون راتيون.

ٻاٽ انڌيري، رات پنيءَ ۾ وڇڙيل واٽ نهاري.
ڪنوڻ ڪنوي ٿي، گوڙگڪن ۾ ڇرڪائي ٿو ڇاتيون.

دور انڌيريءَ ۾ واجهايان، گهر سڪڻو ٿو ڪائي.
ڏرڏيريون ڪوئل جون ڊالهون ڪان هڻن ٿيون ڪاتيون.

سيج سجيءَ تي ٻاگ ڏهاڳڻ ٻاسا ٻني اٿلايان.
سپ ڪا پنهنجي ور سان ٻنيءَ آ، پيڙي ٻاڪر ٻاتيون!

پيار محبت واريون ميخون اهڙيون ڪي اڱڪايئه.
نڪري ڪين سگهن ٿيون ساجن توجي جيءَ ۾ لاتيون.

تريو اڇن ٿيون دم دم دل تي پل پل پور پونڌا.
ياد ڪري سي مٺڙيون مٺڙيون رات سهاڳ جون ٻاتيون.

سنهڙيون سنهڙيون بوندون ٻجي چڻگون جسم جلائن.
الگ الگ کي ٻاهه لڳائن ٿڌڙيون ٿڌڙيون راتيون.

ڪلي ڪلي سرتيون اڄ ساجن مهڻا مارن تنهنجا.
ڪير سهي ها سهه' ٻر سپ ٻره سڏايون ٻاتيون.

هنن ڪئي ٻالوٽ پٽن، هن منهنجا پاند پسايا.
ڪڪرن جون برساتيون هت، هت نيڻن جون برساتيون.

ديرا ڪر دلدار هلي آءُ هاڻ ڏکيءَ جي ديري.
محب ملڻ جي خاطر آهن اکيون ڏاڍيون آتيون.

لعنت آهي اهڙيءَ ڪيءَ لالن، ڏوهه نه آهي ڪنهنجو
پنهنجي پنهنجي قسمت اهي بخت جون آهن ڀاتيون.

ڪن ڪڙڪي تي آهن هردم ديد ڳڏيءَ درهم،
وچڙيل ٿي واجهائي واڏون، جهٽ جهٽ پائي جهاتيون





# ★ جيڪب آباد جو جلسو ★

(١٩٠٩ع)

سوين سيمين بدن آيا ڪري سينگار جلسي ۾ .
لڳي وئي حسن و رنگيني سندي بازار جلسي ۾ .

سڌا ۽ صاف رستا چئوڪ چؤراهن تي باغيچا ،
انهن تي موٽرن جي تيز تر رفتار جلسي ۾ .

پوليس آفيس ۽ گھڙيال جيڪب جو ۽ گھنٽا گھر ،
قديمي هي اٿو تاريخ جا آثار جلسي ۾ .

هي گورستان گورن جو ۽ عبرت جو مقام آهي ،
مزار - جان جيڪب ڏس وچي هڪوار جلسي ۾ .

وڏي منڊي هئي ڪنهن وقت، جيڪباد گھوڙن جي ،
هليا ٿي خوب گھوڙن جا هتي واپار جلسي ۾ .

هي جلسو دور - برٽش جو قديمي يادگار آهي ،
ڪمشنر ۽ گورنر ٿي ڪئي دربار جلسي ۾ .

بلوچي نيڪ مردن کي، مليا ٿي آفرين ناما ،
ٻلا ڪن کي ته ڪن کي ٿي ملي تلوار جلسي ۾ .

هي ڪپڙي مارڪيٽ آهي قديمي دور - برٽش جو ،
رهي ٿي گرم ڪپڙي جي جتي بازار جلسي ۾ .

بلوچ ۽ تاج هوٽل تي بلوچن جون بهيرون ڏس .
سنگل سالن برياني جي جتي ڀرمار جلسي ۾ .

وڏي تاريخ جو حامل، هي جيڪباد جو جلسو ،
ٿئي ٿو خوب جيڪباد جو جنسار جلسي ۾ .

هي رنگين بلب، راڊون روشني رنگين نمائش جي ،
اچي ڏس رات جو تون بارش - انوار جلسي ۾ .

**ساڻيھ جا سور.**

نمائش گاه آيا نازنين جو پريخانو،
ٿئي پوري هتي ٿـي حسرت ـ ديدار جلسي ۾.
هٽن ۽ هوٽلن تي، گوءِ ۽ گهوڙن جي شرطن تي،
هزارن ۽ لکن جا ٿيا هلن وهنوار جلسي ۾.
غراره، سوٽ، ساڙهيون، ڪوٽ، پتلونون ۽ پاجامه،
عبائون ۽ عمامه، جبه و دستار جلسي ۾.
ڪنهين کي تنگ پاجامو پيل هڪ وال يا ٻن جو،
ته ڪنهن کي ٿان پوري جي پيل سلوار جلسي ۾.
وصال ـ يار جي جنڪشن هي جيڪب باد جو ميلو،
ورهين جا وڇڙيل ساٿي ملن ٿا يار جلسي ۾.
سنڀالج جيب و دامن سيٺ آڪڙ سان هلڻ وارا!
گهمن ٿا جام جنٽلمين ڪيسي مار جلسي ۾.
ڪهين هڪ داو ۾، دستيون ڪمايون سرخ نوٽن جون.
ڦرائي ڦرڪڙي ڪوئي، ڪڍي ٿو پار جلسي ۾.
جتي لاهي ڪيءَ جي پوٽ ٻئي پاسي تماشي ۾،
ته پو پيرن ۾ پادر ڪين ڏسندين يار جلسي ۾.
سيئي ناٽڪ، تماشا، نعمتون نيهه تونگر کي،
نماڻو ڏي تڪيندو ڏو ڦري نادار جلسي ۾.
وسارڻ، تلخيون، محنت، مشقت، سال ساري جون،
سوين هاري هلي آيا، چڙهي هر ڦار جلسي ۾.
رکي هٿ سينڌ تي جيڪو، ڪيو تو يار يارن سان!
اچي سو پاڙ ۾ وارو پرين اقرار جلسي ۾!
دل ـ حسرت زده جي آرزو ڪهڙي ڪريان پوري؟
هزارين خواهشون دل ۾ ٿيون بيدار جلسي ۾.
”گدائي“ انقلاب ـ نئو جو شايد هي اثر آهي،
جو ڏسجن ٿا فقط ڪي ڏورڙا پوتار جلسي ۾!



## ★ ڪانڊيري جي عيد ★
(۱۹٦۱ع)

پڇو عيد جو حال ڪهڙو ٿيا يارو؟
رهيو روج پٽڪو سڄو ڏينهن سارو.

سڻو جي ته روئداد ساري سڻايان،
اچي ياد نند پڻ ته ڳوڙها وهايان.

زمانو عجب هو خوشي ئي خوشي هئي،
سڻو وقت، سهڻي، سکي زندگي هئي.

لٽو ۽ اٽو پات هئا سخت ارزان.
نه ڪوئي هو نالان نه ڪوئي پريشان.

نه مانيءَ جي ڳڻتي نه بيروزگاري،
عجب چين سان مون حياتي گذاري.

الائي ڇا ڀابي جي دل ۾ سمائي؟
ڇڪي جنهن ڪئي منهنجي شادي رچائي.

ٿيا دهل ڏمچر هليا ڳيچ ڳانا،
سڄي رات سهرا ۽ ڳانا ٻجانا.

ڪئيون ٽيون سموري برادر جون فوجون،
لڳو هوجمالو ۽ جهمرين جون موجون.

هليا صبح جي وقت سڀ موڪلائي،
ڏيئي بار قرض جا ڪائي ڪپائي.

اسر جو ڏنائون نئين ڪنوار آئي،
ڳهون ڳڻن سان پري ۽ پلائي.

نئين سوڪڙي جو نديئي ملي وئي،
خوشيءَ سان ٽڙي واڇ ۽ دل ڪلي وئي!



هو ڀرپور سينو ۽ عارض گلابي !
اکيون ڪيف آور، شرابي شرابي !
ڳچي ڪونج جي وار ڀنڀور ڪارا !
نگاهن ۾ شوخي هئي، آشڪارا !
گلابي لبن ۾ خوشين جو خزينو !
ڳلن تي هو شرم و حيا جو پسينو !
بدن نرم نازڪ ڀريلو ڀريلو !
صفا مرمرين ريشمي ڇڻ گديلو !
ڇڪي مون کٽي ڪيس سيني سان لاتو !
جوانيءَ محبت سندو پيچ پاتو !
جواني جو پاڪر ۾ منهنجي اچي وئي !
اٿيون خواهشون دل ۾ هل چل مچي وئي !
اچي دل ۾ جذبن جو طوفان جاڳيو !
ستل هو جو سالن کان، حيوان جاڳيو !
سڄڻي جو شرارت ڪيم ڇيڙخاني،
جواني سان آخر ملي وئي جواني.
نه ڪم ڪار هو ڪو فقط هئي فراغت،
شب و روز جاري رهيو عيش ـ عشرت.
ٿيو نيٺ بابي جو لايو سجايو،
جو ٻارهن مهينن ۾ ڏڪ پار آيو !
ٻه ٽي سال جاري رهي عيش راني،
هلي موڪلائي اسان کان جواني.
ٿيو چند سالن ۾ ٻارن جو لشڪر،
ڪڍي جن رکيو منهنجو سارو ڪچومر !
ٿيو گهر ۾ پيدا اچي روڄ راڙو،
سڄو ڏينهن ٻارن جو ٻڙڌڪ ٻلهاڙو.



[١١٩٤]

ستت ئي ابو پيو خدا ڏي سڌائو،
رهيس مان اڪيلو ۽ قرض جو گهاٽو.
امان پڻ وڃي ٿي خدا کي پياري،
اسان پنهنجي ڪوڏر ڪهاڙي سنپاري.
مگر ڪين آئي ڪمائي ۾ برڪت.
رهيو روز روڄن ۽ فاقا، فلاڪت!
وڃي عرش پهتي شين جي گراني،
پلائي ڇڏي جنهن سڄي لسن ترالي.
سوين مسئلا پڻ اچي ٿيا هويدا.
اٿي پيٽ ڪيڙي جا فڪرات پيدا.
نہ ڄاتم تہ ڪو وقت اهڙو بہ ايندو،
برادر برادر کان بيزار ٿيندو.
عجب علم و حڪمت جو هي دور آيو!
ويو ٿي جو بيزار پنهنجو پرايو!
ٻچا چار جنهن کي ۽ هڪ زال آهي.
جهان ۾ جيئڻ ان جو جنجال آهي.
ڪمايان ڇهہ ويهان مهيني ۾ بارو،
مگر ڪو نہ پورو ٿئي ٿو گذارو.
ٻچي ٿو نہ ٻئو نہ اٽو نہ داڻو،
لٽي ٿو نہ ڪپڙو نہ رلهي وهاڻو.
نہ گهر ۾ ڪڏهن شڪل ڪنهن کي ٿي ڀائي،
سڄو خون گهٽين ڇڏيو آ سڪائي.
جڏهن گهر ۾ ٿي ويئي پوري صفائي.
خرامان خرامان تڏهن عيد آئي.
ڏينهڙ پنهنجي روداد ڪنهن کي سڻايان،
هجي ڪوئي مونس تہ آن کي ٻڌايان.



## ساڻيھ جا سور.

سڄڻي ٿو نہ ڏاٽو نہ ڦِسو نہ پاڻي،
هزارين مسڪلا ڪٽي عـــيد آئي.
اڇو زال ويٺي آ منهن کي سجايون،
ڪٽي ڏار ٻيٺو آ ٽنگوٽي تپايـــون.
هتي ٻار چارئي اگهاڙا ٿـا رِوئن،
پيا نِـــور پنهنجي اکين جـو نچوئن.
هتي ٽين اٽي جـوکڙکي ٿو خالي،
۽ پاٽي جـا ڦِسا گهري ٿـو پخالي.
ڪٿان زال ٻارن جا ڪپڙا ڪرايان؟
ڏکيان ننگ پنهنجو يا آکهر ڏکايان.
ڏکيءَ ۾ نہ گهر ۽ نہ ڪائي آ گهر ۾،
نہ اوڏر ڏيـــڻ وارو ڪوئي نظر ۾.
وڃان عيدگاهہ ڏي تہ ملان ٿو ماري،
چوي ڏـو تہ فطرانو هت ڏي سنياري.
نہ ڏيندين تہ روزا نمازون نہ ٿيندءِ،
نڪي جاءِ جنت اندر ڪا بہ ڏيندءِ.
اچي نـــانگ ڪارا لحد ۾ ڏنگيندءِ،
جهنم جا وڇون بـــدن کي پٽيندءِ.
انهيءَ خوف هردم ڇڏي جان ڳاري،
ڀلو آه هـــاڻي تہ ساٿين سنياري.
تمدن ۾ آيـــو تہ بيشڪ سـڌارو،
رهيو پر نہ زنده رهڻ جـو سهارو!
ڪريان ها نہ پيدا جي ٻارن جو لشڪر،
حياتي ڪٽڻ کين ڏذري ها جيڪر.
ڳراني جي اڳ ۾ خبر جي هجي ها،
ڏدائي، ڪڏهن ڪين شادي ڪجي ها.



# * نہ آ معلوم *

(١٩٦١ع)

چمن ۾ ڪھڙي ڳھلي ٿي ھوا نہ آ معلوم.
گلن جو حال نہ مکڙين جي ماجرا معلوم.
پنور خموش نہ بلبل جي ڪانوا معلوم.
پين تي ڇا ٿو وھي واپري سو نا معلوم.
الائي ڇا ٿي اڳتي، اھو خدا معلوم،
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتھا معلوم.

قرار لاءِ رھي بيقرار ٿو تن من.
مگر نہ راس اچي ٿو خيال کي ڪو فن.
ٿي آنڌ مانڌ رھي دل ۾ ھڪ نہ ٻي الجھن.
سکون محال ٿو ڏسجي فرار ناممڪن.
نجات ڪھڙي بلا آہ سو نہ آ معلوم.
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتھا معلوم.



چوي ٿو سڀ ڪو تہ ھي دور ارتقائي آ.
ڏسو ڪمال - بشر چنڊ تي چڙھائي آ.
سندس عروج جي قائل سڄي خدائي آ.
مگر انھيءَ کان زيادہ بہ ڪا برائي آ؟
بشر کي ناہ بشر جي ڪا مدعا معلوم.
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتھا معلوم.

ھلن جھاز ٿا اڄ برق جي اشارن تي.
وڃي بشر جي نظر چنڊ ۽ ستارن تي.
پئي نہ حيف مگر پنھنجي خاڪسارن تي.
رکيو غريب ويو آ ٿلھن سھارن تي.
اھا جي آہ ترقي تہ ارتقا معلوم!
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتھا معلوم.

ستم زده جو هتي ڪو بہ آسرو ڪونهي.
ڇڙون تہ ڪنهنکي ڇڙون ڪنهنجو ڀروسو ڪونهي؟
افق تي روشني جو ڪو بہ ترورو ڪونهي.
انڌيري رات آ ڪاٽي بہ سوجهرو ڪونهي.
سکن جو ڏينهن پيو ٿيند و ڪڏهن خدا معلوم؟
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتها معلوم.

روش روش تي هتي نوڪدار خار آهن.
گٽي ماں کهڙا گٽيان، زخم بيشمار آهن.
قدم قدم تي هتي، آستين جا مار آهن.
اڄا حيات جا اقتدار، شرمسار آهن.
ڪنهن جي درد جي ڪنهنکي نہ آ، دوا معلوم.
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتها معلوم.

پتو بهار جو ڪونهي، اڃا خزان آهي.
لهو بشر جو، جهان ۾ روان دوان آهي.
سهل آ موت مگر زندگي گران آهي.
اڃا تہ گرد و غبارن ۾ ڪاررواں آهي.
انڌيري رات آ، منزل جي راه نا معلوم.
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتها معلوم.

اٿو اٿو، هي زمان و مڪان بدلايون،
هلو هلو، تہ هي ڪون و مڪان بدلايون.
ملو ملو، تہ زمين و آسمان بدلايون.
اچو اچو، هي سڄو خاڪدان بدلايون.
اڃو ڪي دم آ غنيمت، سڀان جو ڇا معلوم؟
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتها معلوم.



# ★ اچي ڏس قائد - اعظم ★

(سال ١٩٦١ع ۾ ٢٥ ڊسمبر قائد - اعظم
جي يوم ولادت تي پڙهيو ويو)

بلنديءَ تي پيو ڦڙڪي اوهانجي ديس جو پرچم،
اچي هڪوار جنت مان ڏسي وڃ قائد - اعظم!

رسيو اوج ثريا تي اسان جو ديس پاڪستان.
وڌي ويجهي ٿيو آهي سڪيو سائو سنڌ بستان،
جوان و پير مرد و زن، وطن جا شاد ۽ خندان.
سڀئي مطمئن، صابر، سڀئي شاڪر و خرم.
اچي ڏس قائد - اعظم!

هتي امن و امان انصاف جي آهي فراواني.
اَنُّ، ڪپڙي، اجهي، مانيءَ جي آهي، خوب ارزاني.
وڏيرپ گهر وڃي ويٺي، رهي ميري نه ڪا خاني.
نه ڪنهن تي ٿو ڪري بيداد ڪو بيداد جو باني.
مجال آهي جو هيٺي جي اڳيان ڏاڍو هڻي ڪو دم.
اچي ڏس قائد - اعظم!

خدا جي ملڪ ۾ آهي، فقط قانون قراني.
منور آه هر دل جي اندر، هڪ نور - ايماني.
جهان ۾ آه ضرب المثل ٿي، پنهنجي مسلماني.
مساوات و اخوت جي نه ڏس بابا، فراواني!
نه ڪنهنکي پيٽ جي گهٽتي، نه ڪپڙي جوڪٿي ماتم.
اچي ڏس قائد - اعظم!

نه رشوت حاڪمن ۾ ۽ نڪي لاپو رسائي آ.
نڪي واپار ۾ دوکو، نه تاجر ۾ لچائي آ.
ملاوٽ جي جڳهه هٿي، صفائي پارسائي آ.
فقط مد - نظر سڀني کي، ملت جي ڀلائي آ.
ڀڻي جي غم کي هراهل وطن سمجهي ٿو پنهنجو غم.
اچي ڏس قائد - اعظم!



هتي چوري چڪاري جو، نڪو نام و نشان آهي.
نڪي ڪو قتل ڌاڙو، هر طرف امن و امان آهي.
زبان هڪ فرد جو، سڀني سندو گويا زبان آهي.
مڙي سان سوئي - منزل، ڪاروان پنهنجو روان آهي.
عجب هڪ شان سان ڦڙڪي پيو اسلام جو پرچم.
اچي ڏس قائد - اعظم!

نہ زوراور ڪوئي هت هاڻ هيٺي کي ستائي ٿو.
نہ ڪنهنجي زال کي، زوري ستمگر ڪو ڪٽائي ٿو.
نڪي هڪ سؤ ڏهن ۾، ڪوبہ ڪنهنکي اڄ اڙائي ٿو.
نہ لکپڙه لاءِ ڪامورو، غريبن کي رلائي ٿو.
نہ دل ڪنهنجي آ رنجيده، نہ ڪنهنجي چشم آ پرنم.
اچي ڏس قائد - اعظم!

هي ارض - پاڪ آ، هت دور دورو آ شريعت جو.
ويا ٿي بند مئخانا، جو ڏنڊو آ حڪومت جو.
ٿيو پڻ سرد هت سودو سر - بازار عصمت جو.
رهي صبح و مسا جاري ٿو چرچو علم و حڪمت جو.
شريعت جي اڳيان، بدعت جو آخر ٿي ويو سر خم.
اچي ڏس قائد - اعظم!

گهڻي جي ڪان آ گهٽتي، نڪا بيروزگاري آ.
جو ارزاني سبب، سڀني تي هڪڙو ڪيف طاري آ!
خدا جي خوف کان سڀني اندر پرهيزگاري آ.
ڀَـهن ٿيون مسجدون جت ڪٿ، نمازن جي بهاري آ.
خدا جي ذڪر جو ڪن تي، پوي آواز ٿو هردم.
اچي ڏس قائد - اعظم!

**گدائي** ڪاش! سچ ثابت ٿئي، حسن - بيان پنهنجو.
ڦلي ڦولي وطن بڻجي وڃي، جنت نشان پنهنجو.
وطن جو دوست بڻجي شل وڃي، پير و جوان پنهنجو.
رسي هي جلد منزل تي خدا يا، ڪاروان پنهنجو.
سدا سرهو رهي جنت ۾ روح - قائد - اعظم!



